# پنجڪام

عبدالواحد آريسر .

# نئين زماني جا نوان چار درويش

1.نياز همايوني
2.محمد صالح عاجز
3.علڻ خان (سومر خان) ٽيپو
4.حاجي خان محمد نوحاڻي

# (1)

## پهريون درويش نياز همايوني

---

## . عبدالواحد آريسر
## . نئين دور جا نوان چار درويش

# پهريون درويش
# نياز همايوني

گهڻو ڪري 67-1968ع جو زمانو هو، آءٌ مدرسي پيندي مان خارج (rusticate) ٿي، حيدرآباد ۾ اچي سهڙيو هوس. منهنجي پيندي مدرسي ڇڏڻ جو بنيادي ڪارڻ منهنجا قومي خيال هئا، ان ڪري حيدرآباد پهچڻ ڪان پوءِ مون لازميءَ طرح اُنهن سرگرمين ڏانهن وڌيڪ ڌيان ڏيڻ شروع ڪيو، جيڪي قومي تحريڪ جي پليٽ فارم تان جاري هيون، ان وقت ايوبي آمريت پوئين پساهن ۾ هئي، پُٺتو اولهه پاڪستان ۾ آهستي آهستي اپري رهيو هو، ۽ سنڌ جي پڙهيل لکيل حلقن ۾ ’ون يونٽ‘ جي خلاف قومي غيرت جو هڪ طوفان

برپا هو. اهو طوفان ادبي ميدان تان اٿيو هو ۽ ان جي تيزيءَ ۽ توانائيءَ جو ضامن ۽ سنڌي جرئت منديءَ جو اُهڃاڻ سنڌي شاگرد هئا ۽ انهيءَ پوري حلقي جهو آئيڊيل سائين جي. ايم. سيد هو، جنهن 1966ع ۾ ’بزم صوفياءَ سنڌ‘ جي جهنڊي هيٺ پنهنجين علمي، ادبي ۽ نظرياتي تقريرن ذريعي پڙهيل ماڻهن ۾ قومي غيرت جو جذبو اُڀاريو هو. انهيءَ جذبي کي ادبي ميدان ۾ جن اديبن ۽ شاعرن پڪو ۽ پختو بنايو هو، تن ۾ نياز همايونيءَ جو نالو سرفهرست آهي. ان دور ۾ هُو سنڌ جي ٻن وڏن شاعرن [اياز ۽ نياز] مان هڪ ليکيو ويندو هو. قدرتي طرح مون کي جن سنڌي شاعرن کي ڏسڻ جو شوق هو، انهن مان هڪ نياز همايوني به هو، پر جيئن ته آءٌ ڀهراڙيءَ مان آيل، مذهبي قسم جو ماڻهو هوس، ان ڪري سنڌ جي انهن ديوتائن ادبي شخصيتن تائين پهچڻ پاڻ لاءِ ڏاڍو مشڪل سمجهندو هوس ۽ ڊنل رهندو هوس ته جيڪڏهن انهن سان مليس به ته چوندس ڇا؟ ڳالهائي به سگهندس يا نه؟

انهيءَ وچ ۾ منهنجي ملاقات مهر علي مرزا ۽ مسٽر عبدالجبار پٺاڻ سان ٿي. عبدالجبار گورنمنٽ ڪاليج ۾ پڙهندو هو. هو هڪ دفعو مون وٽ آيو ۽ اچي هڪ شعر ٻڌايائين:

روئندي روئندي نير کٽي ويا، لهو اچي ويو لڙڪن ۾،
ڏوءَ ڪيئن ڪلندي ڪير پيان، منهنجو سنڌڙي آهي سُڏڪن ۾.

جبار کان پڇيم اهو شعر ڪنهن جو آهي! وراڻيائين ”نياز همايونيءَ جو! آءٌ اڄ صبح جو جيئن ئي ڪاليج ويس ته اسان جي ڪلاس روم جي بورڊ تي لکيو پيو هو. مون اُتان اتاري ياد ڪيو آهي.“ ڪيس چيم، ”يار! مون کي نياز همايونيءَ سان ملڻ جو ڏاڍو شوق آهي، ڪيئن ملي سگهبو؟“ جبار چيو ته ”سائين! اِهي سنڌي اديب، ڏاڍا مٺي ڦريل هوندا اٿئي. ادب ۾ ڪتابن ۾ ڏاڍا مذيدار، باقي نجو زندگيءَ ۾ ڏاڍا مغرور، هٺيلا ۽ عام ماڻهو کان نفرت ڪندڙ هوندا اٿوَ.“ مون چيو: ”يار! نجي زندگيءَ ۾ ايڏا ڪريل ماڻهو هيڏيون خوبصورت شيون تخليق ڪري ڪيئن ٿا سگهن؟“

•(• انهيءَ ڳالهه جي هڪ وڌيڪ تصديق 1979ع ۾ سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ ٿي، آءٌ ’سي ڪلاس‘ جا عذاب سهي حيدرآباد جيل جي انهيءَ پرتڪلف ’بي ڪلاس‘ واري ۾ آيس، جتي ڪنهن وقت پٽي صاحب جي دور ۾ بلوچ ليڊرن جي ٻيءَ صف وارا قيدي رهندا هئا. اتي مون کي هڪ جنب قيدي سرور جيسر مليو. جنهن هڪ مذيدار ڳالهه ٻڌائي. هن چيو ته عوامي تحريڪ جي سيد عالم شاهه اسان کي ٻڌايو ته جيڪي مسڪين پڪا سنڌي قيدي جيل ۾ آهن ۽ جن جيل جي معرفت هاءِ ڪورٽ ۾ اپيلون ڪيون آهن، ۽ سندن اپيلن جي پيرويءَ لاءِ ڪو به وڪيل ناهي، تن جي پيروي سنڌ جو مشعور دانشور ۽ وڪيل جناب رسول بخش پليجو مفت ۾ ڪندو. اوهان رڳو وڪالت نامن تي صحيح ڪريو. اها ڳالهه ٻڌي اسان کي ڏاڍي خوشي ٿي ۽ پليجي لاءِ ڏاڍي محبت پيدا ٿي. جنهن ڪري اسان ”عوامي ڪتاب

گهر“ طرفان ڇپايل ڪتاب پڙهڻ شروع ڪيا. ڪتابن پڙهڻ سان اسان کي هيڪاري پڪ ٿي ته واقعي پليجو اسان جو همدرد آهي. ان ڪري اسان وڪالت نامن تي صحيح ڪري پليجي صاحب کي وڪيل ڪيو. ڪجھ ڏينهن کان پوءِ پليجو آيو. چئي: ”ڪاغذن، نقلن ۽ ٽائيپ لاءِ هزار هزار روپيا هر قيدي ڏئي.“ اسان هزار هزار روپيا ڏنا. ڪجھ ڏينهن کان پوءِ وري پليجي اچي چيو ته ”فيءَ جا پئسا ڏيو.“ اسان چيو ”في ڇا جي؟“ تو ته مفت ۾ ڪيس لڙڻ جو واعدو ڪيو هو. تنهنجي ڪتابن ۾ به غريبن جي پلي جي ڳالھ لکيل آهي.“ ايترو ٻڌي پليجو تپي باھ ٿي ويو، چئي: ”مون کي تباھ ته انهن ڪتابن ڪيو آهي نه! پئسا ڏيو نه ته ڪيس ڪو نه لڙندس ڪتاب پيا ڌوڙ پائين.“ اها ڳالھ ٻڌي مون کي ڏاڍو ڌڪ ٿيو، سنڌي اديب جي به رخي ذهنيت تي!)

هن جو چوڻ هو ته شاعري يا ادب ڪنهن دور ۾ ذات ڪري ليکيو ويندو هو. ان دور ۾ انهيءَ ذات جو صاحب دنيا جو حساس ۽ بيغرض ماڻهو هوندو هو، پر اڄ ادب ذات نه، پر فن آهي ۽ فن ۾ ماهر هجڻ لاءِ ماڻهو جو ذهين ۽ قابل هجڻ ضروري آهي، نه حساس ۽ بيغرض. جيئن عام طرح سمجهيو ويندو آهي ته هن دور جو هر وڏو فنڪار پنهنجي جيڏن ۽ جيسن کان وڌيڪ ذهين، وڌيڪ هوشيار ۽ وڌيڪ قابل آهي.

انهيءَ عرصي دوران، سنڌي شاگردن جي ڳڻيل ڪوشش سان بسينت هال حيدرآباد ۾ سنڌ جي سورمي هوشو شيديءَ جي ورسي ملهائي وئي، جنهن ۾ ڪراچيءَ کان ڪوڪرا پار، ڪشمور کان ڪارونجهر تائين جا سمورا سنڌي شاگرد، ترقي پسند اديب ۽ شاعر، قومي ڪارڪن ۽ هاري اڳواڻ شريڪ ٿيا هئا. تقريرن واريءَ نشت جي صدارت ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ ۽ مشاعري واري نشت جي صدارت سنڌ جي مشهور ترقي پسند شاعر شيخ اياز ڪئي هئي.

اهو موقعو هو، جڏهن مون پهريون ڀيرو سنڌي عوام جي بي مثال اتحاد جو مظاهرو ڏٺو، جيڪو زندگيءَ ۾ ڪڏهن به وسري نه سگهندو. سنڌي ادب جا انتهائي روشن ستارا ۽ سنڌي شاگردن جا انتهائي جوشيلا اڳواڻ اتي موجود هئا، بسينت هال پنهنجيءَ پوريءَ تاريخ ۾ شايد ئي ڪڏهن اهڙو ميڙ ڏٺو هجي! اتي مون پهريون ڀيرو سنڌي زبان جي بي مثال مقرر حفيظ قريشيءَ کي ٻڌو، رسول بخش پليجي جي لفاظي محسوس ڪئي، جام ساقيءَ ۽ مير ٿيٻي جا مارڪسي لاڙا پروڙيا ۽ سنڌ جي هارين جي عظيم هڏ ڏوکي ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي خيالن کان واقف ٿيس. ون يونٽ جي خلاف سنڌي عوام جي دلين ۾ ٻرندڙ باهه جون چڻيون ڪنهن ڦهري ڪوٽ کي ساڙڻ لاءِ وراڪا ڏئي رهيون هيون. اهڙي موقعي تي جنهن به ماڻهوءَ آمريت ۽ ون يونٽ جي خلاف ڪجهه ڪيو يا لکيو ٿي، سو هڪدم سنڌي ماڻهن جو هيرو بنجي ٿي ويو. ان دور ۾ شيخ اياز سنڌ متعلق جيڪا شاعري ڪئي ۽ ان کي جنهن طريقي سان شهرت ڏني

وئي، تنهن اياز کي ڏنڙيل ”سنڌ جي آواز“ جو درجو ڏئي ڇڏيو. مون کي ياد آهي ته اياز ايوب دور ۾ گرفتاريءَ مان آزاد ٿي، حيدرآباد پهتو هو ته سوين شاگرد، استاد، اديب، شاعر ۽ عالم سندس استقبال لاءِ حيدرآباد جي ريلوي اسٽيشن تي موجود هئا. انهن ۾ آءٌ به هوس، اياز جنهن جلوس جي شڪل ۾ اسٽيشن کان شهيد هوش محمد شيديءَ جي قبر ڏانهن روانو ٿيو ته ڪيترن جذباتي نوجوانن اياز جي پيرن جي مٽي کڻي پنهنجي پيشانيءَ تي ٽڪل طور لڳائي ۽ اياز جي قدمن جي نشانن تي پنهنجا سيس نمايا هئا، چو ته هو ان وقت ”سنڌ جو آواز“ هو. گهڻو پوءِ جڏهن هو سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر ٿي آيو ته آءٌ ترت ئي گرفتار ٿي، ٻن سالن لاءِ جيل هليو ويس. جيل مان آزاد ٿيڻ وقت، ٻاهر جو ماحول ئي بدليل هو. عوامي آپيشاهيءَ جي بدران فوجي آمريت ملڪ جي شھ رڳڊ ۾ پنهنجا چنبا مضبوطيءَ سان کوڙي چڪي هئي. انهيءَ آمريت دوران سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ اسٽوڊنٽس يونين جي اليڪشن ٿي، جنهن ۾ جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن طرفان بيهاريل اميدوار غلام شبير لاکو وڏيءَ اڪثريت سان ڪامياب ٿيو. اليڪشن کان پوءِ وائيس چانسلر شيخ اياز مون کي ٻن پهرن جي ماني جي دعوت تي گهرايو. ماني کان اڳ ۾ ڪچهري ڪندي چيو ته: ”آءٌ علامه اقبال ڪانگريس“ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ويس، اتي هندوستان مان آيل هڪ دانشور سان فيض احمد فيض منهنجو تعارف ڪرائيندي چيو ته، هي آهي شيخ اياز ٽين دنيا جو وڏي ۾ وڏو شاعر!“ ان تي انهيءَ هندوستاني دانشور فيض احمد فيض کان پڇيو

ته: ”چا توهان ڪان به وڏو؟“ ان تي فيض جواب ڏنو: ”ها، آءٌ ماضي آهيان، هيءَ مستقبل آهي!“ پر هتي سنڌي قوم وٽ منهنجو قدر ئي ڪونهي.“ مون چيو شيخ صاحب! ”سنڌي قوم وٽ توهان جو قدر تمام گهڻو آهي ۽ سنڌي قوم توهان کي جيڪي ڪجھ ڏنو آهي، سو زندگيءَ ۾ لطيف کي به نه ڏئي سگهي هئي. مون کي ياد آهي ته جڏهن تون ايوب دور ۾ جيل مان آزاد ٿي آيو هئين، تڏهن سنڌي ماڻهن تنهنجي پيرن جي مٽي تلڪ طور پنهنجي پيشانيءَ تي لڳائي هئي، ۽ اهڙو اعزازا هُن زندگي ۾ لطيف کي به نه ڏنو هو، پر توهان اهو اعزاز برقرار رکي نه سگهيا آهيو.“ ان تي اياز وراڻيو ته: ”تنهنجي چا مرضي آهي ته آءٌ به مادر..... پُٽي سان گڏ ڪوٽ لکپت ۾ وڃي ويهان.“ جواب ڏنم: ”ڪا وڏي ڳالھ ناهي، آخر تون ڪوٽ لکپت ۾ ويهڻ ڪان چو ٿو لهرائين؟“ چيائين! ”يار! پوڙهو ٿي ويو آهيان، گوڏن ۾ سور آهي.“ پڇيم: ”عمر گهڻي اٿو؟“ چيائين: ”54 سال.“ مون چيو: ”شيخ صاحب! مون کي ان قوم جي حالت تي روئڻ ٿو اچي جنهن جو ’آواز‘ چوونجاھ سالن جي عمر ۾ پاڻ کي پوڙهو سمجهي، هوڏانهن جئه پرڪاش نارائڻ، اندرا گانڌيءَ کي اقتدار تان هٽائڻ واري جدوجهد ۾ 18 مهينا جيل ڪاٽي ٿو، جڏهن ته سندس عمر 90 سالن جي لڳ ڀڳ آهي.“ اياز ٺڏو شوڪارو ڀري چيو ته: ”جيڪڏهن تنهنجي مرضي اها آهي ته پوءِ هڪ پيرو وري پڙڪو ڪائيندس. پر وائيس چانسلريءَ جو مدو پورو ڪرڻ ڪان پوءِ، ۽ تون مهرباني

ڪري جيئي سنڌ وارن کي سمجهاءِ ته مون کي پنهنجو مدو پورو ڪرڻ ڏين.“

آءٌ حيران ٿي سندس منهن ۾ ڏسندو رهجي ويس ته ڇا هيءَ اِهو شيخ اياز هو، جو ’سنڌ جو آواز‘ سڏبو هو. سو مون کي ان ڪري دعوت ڪارائي رهيو هو ته منهنجي دوستن، شاگرد سنگت جي اليڪيشن کٽي هئي ۽ آءٌ يوين کي چئي سندس وائيس چانسلري بچائي ٿي سگهيس.

هي ڳالهه ضمني طور وچ ۾ اچي وئي، اصل مقصد جي ڳالهه هئي بسينت هال جي ’هوش ڏينهن‘ ۾ نياز همايونيءَ کي ڏسڻ ۽ ٻڌڻ جي، انهيءَ جلسي جي مشاعري واري نشت ۾ نياز همايونيءَ پنهنجو مشهور نظم پڙهو هو:

آزادي اعلان اسان جو سوري پل سينگار ڪري،
سر وکيون پر سنڌ نه ڏسيون، هوشوءَ جيئن للڪار ڪري!“

سنڌ جو موضوع، شاعريءَ جي بلندي ۽ ان سان گڏ نياز همايونيءَ جو دل ۽ دماغ کي گهائل ڪندڙ ترنم، سفيد کاڏيءَ جي شلوار، قميض ۽ مجيب ڪٽ جيڪيٽ ۾ مرڪندڙ چهري ۽ ذهانت سان پرپور گهرين اکين وارو نياز همايوني، پنهنجي نٺاهيل مخصوص ڏن ۾ شهر پڙهي رهيو هو. پوري هال تي خاموشي طاري هئي. رڳو ڪنهن ڪنهن وقت نياز جي سُر سان گڏ هال مان اپرندڙ تاڙين جو ترنم ۽ ان سان گڏ ڪن هٿن جي تاڙين سان مليل چوڙين جي ڇنڪار، ماحول تي هڪ قسم جو سحر طاري ڪري ڇڏيو هو. مون ائين محسوس

ڪيو ته عوام سان گڏ بسينت هال جون تاريخي ديوارون به جهومي رهيون هيون. آسمان شاعر جي جذبات جي گهرائيءَ ۽ سچائيءَ اڳيان جهڪي آيو هو. ستارن جي اکين ۾ ڪائي انوکي مرڪ لئيا پائڻ لڳي هئي. زمين تي انسان ذرتيءَ سان پنهنجي رشتي جو ازلي ۽ ابدي اعلان ڪري رهيو هو ته آسمان ۾ ستارا رقص ڪري رهيا هئا. ڪنهن نامعلوم ڪائنات ۾ فرشتن کان حمد ۽ ثنا جو ترانو وسري ويو هو. فضا ۾ انساني آواز ۽ لفظ جي جادوءَ جو نشو طاري ٿي ويو هو. حيدرآباد جو شهر پنهنجي پوريءَ تاريخي حيثيت، اهميت ۽ عظمت، سمورين خوبين، دلڪشين ۽ دل نوازين، تاريخ جي مڙني فتحن ۽ شڪستن سان پنهنجي فرزند جي لافاني گيت کي ٻڌڻ لاءِ ائين متوجه هو، جيئن پهرينءَ رات ڪنوار پيار جي ٻولن ٻڌڻ لاءِ آتي هوندي آهي. نياز هڪ کان پوءِ ٻيو نظم پڙهندو رهيو. تاڙين وڏي نعرن جي صورت اختيار ڪري ورتي هئي. نوجوان، پرجوش ۽ امنگن سان ڀرپور نعرن سان بسينت هال جي ڇت اڏامڻ تي هئي. حيدرآباد جي رات پنهنجو پورو خمار ۽ نشو، پنهنجي پوري خوبصورتي ۽ ڪوملتا، نياز جي آواز ۾ اوتي ڇڏي هئي. ائين محسوس ٿي رهيو هو، ڄڻ نياز جي شاعريءَ جي جادوءَ ۾ سمورو ماحول منجهي ويو هجي ته اوچتو حميد سنڌيءَ اسٽيج تي اچي ڪنهن ٻئي شاعر کي شعر پڙهڻ لاءِ سڏ ڪيو. ان وقت مون کي ۽ مون سان گڏ ٻين ٻڌندڙن کي خبر پئي ته ڪاڏي پوش شاعر اندر ۾ ڪائي انو کي آگ لڳائي اسٽيج تان لهي چڪو هو ۽ اسان اجا تائين سندس شاعريءَ جي پڙلاءُ

۽ پڑاڏي جي وايو منڊل ۾ جڪڙيا پيا هئاسين. ان رات نياز جيڪي شعر پڑهيا، تن جا ڪي حصا ۽ جملا اڳتي هلي سنڌ جي قومي تحريڪ جي جاندار نعرن جي صورت اختيار ڪري ويا. اڄ جيڪڏهن فلسطين جا شاگرد سنڌيءَ ۾ ڪو پوسٽر ڇپائيندا آهن ته ان جو عنوان هوندو آهي نياز جي شعر جو هيءُ ٽڪرو: ”آزادي اعلان اسان جو“ يا ”جاري رهندي جاري رهندي، جنگ اسان جي جاري رهندي.“ اهو هر سنڌي جلسي جو به نعرو آهي، پوءِ اهو ڪٽي روسي ڪميونسٽن جو جلوس هجي يا چيني ڪميونسٽن جو يا صرف قومپرستن جو!

اهو هو نياز همايونيءَ کي منهنجو پهريون پيرو ڏسڻ، جنهن دل ۽ دماغ تي نه صرف گهرو اثر ڇڏيو، پر ان سان گڏ انهيءَ ڳالهه تي به ايمان آڻڻو پيو ته واقعي شاعريءَ ۾ جادوءَ جو اثر هوندو آهي. هن جي شاعري پهريون پيرو ٻڌڻ کان پوءِ مون کي صحيح معنيٰ ۾ معلوم ٿيو ته نئين سنڌي، وطن دوست ۽ ترقي پسند شاعري ڇا ٿيندي آهي ۽ ان جي مزاج ۽ آهنگ کي ڪهڙيءَ ريت قومي امنگن ۽ اُڌمن سان ڀرپور بنائي سگهجي ٿو. سنڌيءَ جي جديد شاعرن کي پڑهڻ کان پوءِ مون کي خبر پئي ته ملڪ جي ورهاڱي ۽ انگريزن جي وڃڻ کان پوءِ سموري برصغير ۾ بهترين ۽ لازاول شاعري صرف سنڌي زبان ۾ ٿي آهي، جيڪا نو آبادياتي نظام جي زنجيرن ۾ جڪڙيل عوام جي تخليقي شعور جي زوردار گهن گرج آهي. اها شاعري انهن جي احساسن ۽ امنگن جي ترجمان آهي. انهن سنڌي شاعرن ۾ نياز

همايونيءَ سرفهرست آهي. هن جون شاعرانه عظمتون، هڪ مختصر ٽولي ڇاڻي واٽي نظرانداز ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ وقت جي ستم ظريفي وري هيءَ جو پروپيگنڊا ۽ نشر و اشاعت جا سمورا وسيلا ۽ ذريعا انهيءَ ننڍڙي مختصر ٽولي جي هٿ ۾ هئا ۽ آهن. هو هڪ ئي وقت رجعت پسندن ۽ سنڌي ادب جي دستار بندن جي انتقامي ڪاروائين جو نشانو بڻيل رهيو آهي. جيتوڻيڪ سنڌي زبان جي جديد شاعريءَ جي ڪنهن به نقاد لاءِ نياز کي نظر انداز ڪري اڳتي وڌڻ ناممڪن آهي.

ون يونٽ جي خلاف تحريڪ، ون يونٽ جي مخالفت کان اڳتي وڌي "سنڌيءَ نشنلزم" جو رخ اختيار ڪيو ۽ اهو رخ ايترو وڌيو، جو ان جي لپيٽ ۽ رخ ۾ سنڌي معاشري جو هر طبقو ۽ فرد اچي ويو.

آءٌ ته اڳ ۾ ئي انهيءَ رنگ ۾ رنگجي چڪو هوس، ان وقت ڌاري، سنڌ جي انهيءَ تحريڪ جي خلاف مذهبي پليٽ فارم تان زوردار حملا ٿي رهيا هئا، ان ڪري مون ڪن دوستن سان مشورو ڪري، هڪ عيد ڪارڊ ڇپايو، جنهن تي مولانا عبيدالله سنڌيءَ جو هڪ قول لکيل هو ته: "سنڌ سنڌين جي آهي؛ ان ۾ آءٌ حسين احمد مدنيءَ کي به رهڻ ڪو نه ڏيندس." اُهو ڪارڊ ڪڍي، اسان شهر ۾ ۽ تعليمي ادارن ۾ ورهائڻ شروع ڪيو. ان وقت ون يونٽ جي خلاف تحريڪ جي سلسلي ۾ خالد سنڌي ۽ مير ٿيبي، حيدر چوڪ ۾ بک هڙتال ڪئي هئي، جتي هر وقت ادبين شاعرن ۽ شاگردن جو ميڙو

متو پيو هوندو هو. هڪ ڏينهن آءٌ به اهو ڪارڊ ڪٽي حيدر چوڪ ۾ ويس، ته جيئن اتي اهو ڪارڊ ورهائي سگهان. ڄام ساقي پري ڪان مون کي ايندو ڏسي ڊوڙندو آيو ۽ اچي پڇڻ لڳو ته: ”تون ڪير آهين ۽ هتي ڇو آيو آهين؟“ آءٌ سنوان سڌا جواب ڏيئي چوڪ ۾ ويٺل ماڻهن ۾ ڪارڊ ورهائڻ لڳس. سڀني بيدليءَ سان ڪارڊ ورتا. خوش قسمتيءَ سان اُتي نياز همايوني به ويٺو هو، جنهن نه صرف وڏيءَ اڪير ۽ اتساهه سان ڪارڊ ورتو، پر انتهائي ذوق ۽ شوق سان منهنجي همت افزائي به ڪئي ۽ پنهنجي پرسان ويهاري ڪيتريءَ دير تائين سنڌ جي سياست ۽ ان ۾ مختلف ماڻهن جي ڪردار تي ڳالهيون ڪندو رهيو. هن مون کي ائين به چيو ته سنڌ ۾ هن وقت جيڪا صورتحال آهي، ان کي مثبت طريقي سان تبديل ڪرڻ لاءِ اسان کي سنڌ جي هر فرد جي سهڪار ۽ همدرديءَ جي ضرورت آهي. جيستائين هن تحريڪ ۾ سموريءَ سنڌ جو عوام شريڪ نه ٿو ٿئي، ان وقت تائين صرف شاگردن جي طاقت جي آڌار تي ڪا به صحيح قومي تبديلي اچي نه ٿي سگهي. شاگردن ۾ جيڪو جوش آهي، ان کي صحيح قومي نظرياتي تربيت جي ذريعي سنڌي عوام جي گهڻائيءَ سان نه ملايو ويو ته اهو جوش سوڍا وارو جوش ثابت ٿيندو. ان جي باوجود زرعي ملڪن ۾ جتي عوام جي گهڻائي ڇڙوڇڙ گهرن، ڳوٺن ۽ ننڍڙن شهرن ۾ رهندي هجي، جتي صنعتي مزور سمورو غير قومي هجي، اتي شاگردن جي طاقت ۽ قربانين کي ’وات ڳاڙهن چوڪرن جو گوڙ‘ چئي نظر انداز ڪرڻ، حقيقت ۾ هڪ صحيح انقلابي طاقت تي ڇٽر

ڪرڻ جي برابر آهي. اهڙي ملڪ ۾ شاگردن کي پنهنجي جدوجهد ۾ جاکوڙ جي ميدان کي وسيع ڪرڻو پوندو. اهو هن معنيٰ ۾ ته کين پنهنجي وقت جو ڪجهه حصو ڪڍي ٻهراڙين جي ڇڙوڇڙ ڳوٺن ۾ وڃي عوام جي صحيح نظرياتي ۽ سياسي تعليم تي زور ڏيڻو پوندو. ان لاءِ ضروري آهي ته شاگرد ۽ اديب سڀ کان پهرين پاڻ کي صحيح سياسي ۽ نظرياتي علم سان هٿياربند ڪن. هن وقت سنڌ جو وڏي ۾ وڏو مسئلو اهو آهي ته سنڌي ماڻهن جي هر گهر ۾ صحيح سياسي شعور پهچايو وڃي. هن ملڪ ۾ مسلم ليگ جي معرفت جنهن سياست کي فروغ مليو آهي، ان جو بنياد ئي فريب، ڌوکيبازي ۽ جبر تي آهي. جنهن جي نتيجي ۾ سنڌي ماڻهو 'سياست' جي لفظ کان ئي نفرت ڪرڻ لڳو آهي. سنڌي ماڻهن کي سمجهايو وڃي ته دنيا ۾ جن قومن پنهنجون تقديرون بدلايون آهن، تن سياست کي ڪنهن مذهبي گيت يا دعا کان وڌيڪ مقدس سمجهي، پنهنجين سمورين مصيبتن جو ڇوٽڪارو ان جي وسيلي ڳوليو آهي.

انهيءَ مختصر ملاقات مون تي ايترو اثر ڇڏيو جو آءٌ جهڙوڪر نياز همايونيءَ کي پنهنجو ويجهو عزيز يا دوست سمجهڻ لڳس. اهو تاثر کڻي مون 'مرڪزي اردو بورڊ' جي آفيس جي دروازي تان ڪانئس موڪلايو.

[هڪ پيرو هڪ سنڌي نوجوان مون وٽ آيو، ته آءٌ بيروزگار آهيان، مون کي ڪنهن نوڪريءَ جي ضرورت آهي. ٻڌو اٿم ته ڊائريڪٽر ڪاليجز حيدرآباد وٽ ڪجهه جايون خالي آهن. منهنجي ذهن ۾ نياز

همايونيءَ جو نالو آيو، جنهن سان صرف هڪ مختصر ملاقات ٿي هئي، جيڪا ظاهر آهي ته اهڙي نه هئي، جنهن جي آثار تي ماڻهو حجت ساري ڪنهن ماڻهوءَ وٽ وڃي ۽ شرمندو به نه ٿئي، پر منهنجي طبيعت ئي هڙي آهي، جو ڪنهن ڪم لاءِ ڪنهن ننڍڙي سرمائي ۽ ننڍڙي وسيلي کي به نظر انداز نه ڪندي آهي. اها ڳالهه دل ۾ ساري آءٌ ان همراهه کي ساڻ ڪري نياز صاحب وٽ وڃي نڪتس. پاڻ ڏاڍي خنده پيشانيءَ ۽ قربائتي نموني مليو، ٿوريون اوچاريون ڪرڻ کان پوءِ ڪيس اچڻ جو مقصد ٻڌايم ته هن نيت سان آيو آهيان. نياز صاحب ٿڌو ساهه پري چيو ته سنڌي اديب، جڏهن ڪامورو بنجي ويندو آهي، اُن وقت هو ڌارين کان وڌيڪ پنهنجن لاءِ فرعون ثابت ٿيندو آهي. مون کي پڪ آهي ته حميد صاحب اوهان کي نوڪري ڪو نه ڏيندو. حميد سنڌي ڊائريڪٽر ڪاليجز حيدرآباد هو، آءٌ دوست کي وٺي ويس. هن کي عمرڪوٽ ڪاليج ۾ ليئب اسسٽنٽ جي نوڪري کپندي هئي ۽ ڪاليج ۾ اها جاءِ ڪافي وقت کان خالي پيل هئي. جيتوڻيڪ حميد سنڌي مون کي ڪافي وقت کان چڱيءَ طرح سڃاڻندو هو، پوءِ به آءٌ پروفيسر غلام علي الانا جي چٺي ساڻ کڻي ويس. حميد صاحب اول ته ڪلاڪ کن ٻاهر مون کي بارياٻيءَ کان روڪيو ويٺو رهيو، پوءِ جڏهن گهرايائين ته هٿ ڏيڻ بدران اڌ ڪلاڪ ٽيليفون تي ڪنهن ڇوڪريءَ سان ڳالهائيندو رهيو، جڏهن ڳالهائي واندو ٿيو، تڏهن مون کيس پنهنجو ڪم ٻڌائڻ سان گڏ ڊاڪٽر الانا صاحب جو خط به ڏنو، جنهن لاءِ حميد صاحب خط پڙهڻ کان پوءِ مون کي ٺپ جواب ڏئي

چڏيو ته جاءِ خالي ضرور آهي، پر هن ماڻهوءَ کي اها جاءِ نه ڏبي، چو ته بدقسمتيءَ سان اهو ماڻهو هندو آهي ۽ هن وقت جيڪڏهن مون اها نوڪري کيس ڏني ته منهنجي نوڪري ختم ٿي ويندي.“ حميد جو جواب ٻڌي آءٌ حيران ٿي کيس ڏسندو ئي رهجي ويس، ته ڇا هي اهو ساڳيو وڏيرا شاهيءَ جي خلاف لکندڙ قومپرست حميد آهي، جيڪو ”روح رهاڻ“ رسالي جو ايڊيٽر رهيو آهي، ۽ جيڪو بنگلاديش واري تحريڪ وقت جڏهن گرفتار ٿيو هو، تڏهن مون کيس هٿ ڪڙيءَ ۾ ڏسي سندس هٿ چميا هئا، ان لاءِ ته انهن هٿن ”روح رهاڻ“ کي وجود بخشيو هو. پوءِ جڏهن سمري ملٽري ڪورٽ ۾ ميجر پڇيو هو ته ”حميد سنڌي ڪهڙو آهي؟“ ان وقت حميد صاحب چيو ته: ”نه سائين! آءٌ حميد سنڌي ناهيان. منهنجو نالو عبدالحميد ميمڻ ولد خانصاحب محمد اسماعيل ميمڻ آهي.“ اهو جواب ٻڌي منهنجي دل کي ڏاڍو ڌڪ رسيو هو، پر سمجهيو هوم ته جنگ وڙهڻ ۾ ڪڏهن ڪڏهن پوئتي هٽڻ به انتهائي ترقي پسندي ۽ ڏاهپ آهي. مگر هن پيري جڏهن نوڪري واري مسئلي تي مون سندس موقعه پرستي ڏٺي تڏهن مون کي نياز همايونيءَ جو تجزيو ياد آيو. اهڙو ئي هڪ مثال سائين ظفر حسن سان هلڻ وقت به پيش آيو. مون وٽ هڪ ماڻهو بدين ضلعي جو آيو، جيڪو غريب ۽ انٽر پاس هو، ادبي بورڊ ۾ ڪلارڪ جي جاءِ خالي هئي ۽ ظفر حسن بورڊ جو سيڪريٽري هو. ظفر حسن سان دُعا سلام هئي، ان ڪري ساڻس گڏجي ظفر حسن وٽ ويس. هڪ وڏي ليڪچر کان پوءِ چيائين ته هتي نوڪري ڪا نه ملندي.

مون جڏهن ظفر حسن جي انهيءَ هلت متعلق نياز سان ڳالهايو ته هن هڪ مزيدار ۽ ڏکوئيندڙ ڳالهه ٻڌائي. هن چيو ته: ”سنڌي ادبي بورڊ طرفان سنڌ جي تاريخ سيد طاهر محمد نسياني جي لکيل فارسي، ”تاريخ- طاهري“ مون کي ترجمي ڪرڻ لاءِ ڏني وئي آهي، مون ڪافي ترجمو ڪري ڇڏيو آهي. ٿيون ڏينهن مون ظفر حسن کي فون ڪيو ته مون تاريخ جي ترجمي جو ڪافي ڪم ڪري ڇڏيو آهي. مون کي ڪجھ پئسن جي ضرورت آهي، بورڊ في الحال مون کي ڪجھ پئسا ڏئي، جن مان آءٌ پنهنجي ضرورت پوري ڪريان، ڪم پوري ٿيڻ تي منهنجي معاوضي مان اهي پئسا ڪٽي ڇڏجو. ظفر حسن صاحب جواب ڏنو ته بورڊ وٽ هن وقت پئسا ڏيڻ جي ڪا به گنجائش ناهي. هونءَ به مون کي تاريخ جي ترجمي سان ڪا خاص دلچسپي ناهي. آءٌ ڪوشش ڪري اهو معاهدو ختم ڪرائيندس. نياز صاحب چيو ته اهو جواب ٻڌڻ کان پوءِ مون تاريخ واپس ڪرڻ جو چئي ڪم بند ڪري ڇڏيو آهي.

جڏهن شهيد اديب غلام رباني بورڊ جو سيڪريٽري هو، ان وقت نياز صاحب کي بورڊ طرفان ”سنڌ جي طبي تاريخ“ لکڻ جو ڪم سپرد ڪيو ويو. هن وڏيءَ محنت ۽ جاکوڙ کان پوءِ ڪتابن جا انبار اٿلائي، ٻن جلدن ۾ سنڌ جي طبي تاريخ لکي پوري ڪئي. اهو ڪتاب لکندي هن جيڪا محنت ڪئي، سا حيران ڪن حد تائين بيزار ڪندڙ هئي. راتين جون راتيون نياز ڪتابن ڏسڻ ۾ لکڻ ۾ گذاري ڇڏيون، جڏهن ڪتاب تيار ٿيو ته سنڌي ادبي بورڊ اهو ڪتاب وٺڻ ۾

چپائڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. ڪتاب جي علمي حيثيت جو اندازو هن ڳالهه مان لڳائي سگهجي ٿو ته: ”سنڌ صدين کان“ سيمينار ۾ پروفيسر علي محمد انصاريءَ، ان وقت صحت جي سيڪريٽريءَ، پنهنجو مقالو انهيءَ ڪتاب جي آڌار تي تيار ڪيو هو، پر سنڌي ادبي بورڊ جي ڪرتائن ڌرتائن انهيءَ ڪتاب کي ڌڪاري ڇڏيو. اهوڪتاب پوءِ ”سنڌي سائنس سوسائٽي“ پاران ڇپايو ويو ۽ نياز صاحب کي ان جو اڌ پورو معاوضو ڏنو ويو. اڳتي هلي ”پاڪستان رائٽرز گلڊ“ ان ڪتاب کي انعام ڏنو.

نياز صاحب سان اهي پال سندس ادبي پائر پلائيندا رهيا. پوءِ به هن ڪڏهن مايوس ٿي صفا لکڻ پڙهڻ تان دست برداري جو ارادو نه ڪيو آهي. جيتوڻيڪ سندس پورالي طبيعت تي ڪڏهن ڪڏهن عجيب قسم جا پور چڙهندا رهندا آهن. انهن مان هڪڙو پور اڄڪلهه اهو به پيو اٿس ته شاعري ڪرڻ ڇڏي ڏني اٿس. صرف ريڊيو يا ٽي.وي لاءِ ڪمرشل نغمه ٺاهيندو آهي.

مون مٿي چيو آهي ته نياز پورپي طبيعت جو مالڪ آهي، ڪڏهن پريءَ ۾ ته ڪڏهن پاڪر ۾. خيال ايندس ته سنڌو درياهه ۾ ڏمڪي پوندو ۽ جيڪڏهن پو چڙهيس ته اڌ به نه اورانگهيندو. 1970ع جو دور هجي، کيس چيو ويو ته شيخ مجيب الرحمان اچي رهيو آهي، ان جلسي ۾ توهان به شريڪ ٿيو ته هڪدم انڪار ڪري ڇڏيائين. پر جڏهن بنگلاديش ۾ فوجي ائڪشن شروع ٿيو ۽ سنڌ جا چوٽيءَ جا اديب ٻرن ۾ داخل ٿي ويا، عين ان وقت جڏهن تيل جي بدلي پاڻي پئي

پريو، ريديو پاڪستان حيدرآباد تي هڪ مشاعرو ٿيو، جنهن ۾ نياز همايوني کي به دعوت ڏني وئي ۽ نياز اتي هڪ علامتي شعر پڙهيو:

”آڏا ڏونگر ڏاڍا لاڙي، سو، پلا سهسائي ڪير!“
دنيا پنهنجي ڌُن ۾ پوري، روئندن کي پرچائي ڪير؟

شعر تمام ڳُوڙهو هو، جنهن ۾ ان وقت جي بنگالين جي جدوجهد کي شاندار خراج تحسين پيش ڪيو ويو هو. اهو شعر مون ريڊيئي تان ڪو نه ٻڌو، پر منهنجي هڪ واقف حاجي احمد شوري ٻڌو هو، جنهن مون کي ٻڌايو ته شعر ٻڌڻ کان پوءِ اسان ائين سمجهيو ته سڀاڻي ئي نياز کي گرفتار ڪيو ويندو، پر شايد ارباب حڪومت کي ايڏو ادبي فهم نه هو، جو اهي هن شعر ۾ لڪل للڪار کي سمجهي سگهن. نياز بنيادي طرح سوشلسٽ خيال ۽ لاڙا رکندڙ آهي، پر سندس سوشلزم تي بين الاقواميت کان وڌيڪ ”سنڌي قومي رنگ“ چڙهيل آهي. ان ڪري سندس ادبي تخليقن ۾ ڪڏهن به سنڌ جي محبت جهڪي ۽ جهيڻي نه ٿي آهي، هن وقت سوشلسٽ فرد ۽ پارٽيون ٻن بلاڪن ۾ ورهايل آهن، هڪ مدرسي سان وابسته ۽ ٻيا چيني نظر ئي جا حامي. نياز همايوني انهن شاعرن ۽ اديبن جي قافلي سان لاڳاپيل رهيو آهي، جن دنيا جي پهرئين سوشلسٽ ملڪ جي تعريف ۾ بي پناهه تخليقي سرمايو ايجاد ڪيو. ان ڪري هو چين جي مقابلي ۾ هميشه روس کي مظلوم ۽ محڪوم قومن، ملڪن ۽ طبقن جو نجات

رهندي سمجهندو رهيو ۽ سندس همدرديون به هميشه روس سان وابسته رهيون، پر جيئن مون مٿي عرض ڪيو آهي ته ان معاملي ۾ به هو سنڌ کي هميشه اوليت ۽ اهميت ڏيندو آهي. سن ياد ڪو نه اٿم. روسي سفارت خاني طرفان لينن جي سالگره تي مضمونن ۽ شعرن جي انعامي چٽا ڀيٽيءَ جو اعلان ٿيو هو. ان چٽا ڀيٽيءَ ۾ نياز صاحب به حصو ورتو ۽ لينن تي هڪ نظم: ”عظيم استاد، عظيم انسان“ چيائين جنهن نظم کي انعام جو مستحق قرار ڏنو ويو، ۽ روسي سفير حيدرآباد ۾ اچي هڪ تقريب اندر اديبن کي انعام سان نوازيو هو، جڏهن سفير صاحب نياز کي انعام ڏئي رهيو هو، ان وقت هن نياز کي چيو ته: ”توهان روس جي متعلق چو نه ٿا لکو، حالانڪ اوهان کي روس جي باري ۾ وڌ کان وڌ لکڻ گهرجي.“ نياز صاحب جواب ڏنو ته: ”آءٌ پهرين سنڌي آهيان، پوءِ سوشلسٽ.“ جڏهن هن ملڪ تي ون يونٽ مسلط ڪيو ويو، ان وقت ون يونٽ جي حمايت ۽ فائدي ۾ اوهان جي سرڪاري اخبار ”پراورا“ ايڊيٽوريل لکيا. اسان کي روس مان اهڙي توقع نه هئي. ان ڏينهن کان وٺي روسي پالسين جي باري ۾ منهنجي ڪا سٺي راءِ نه رهي آهي. سفير موصوف اهو جواب ٻڌي چُپ ٿي ويو ۽ چيائين ته: ”اها پارٽي پاليسي نه پر سرڪاري پاليسي هئي، جيڪا پوءِ بدلائي وئي.

نياز صاحب هونئن ڏاڍو مانيٽو ۽ معقول، سنجيده ۽ بردبار قسم جو هڪ دانشور آهي، پر ڪي ڪي موقعا ۽ واقعا اهڙا ٿيندا آهن، جڏهن هو صفا جذباتي وهڪري ۾ وهي ويندو آهي ۽ ان وقت خوشيءَ يا

غم جو اظهار بلڪل ٻارن وانگر ڪندو آهي. 12 ڊسمبر 1971ع جي رات آءٌ نياز جي گهر ويس، نياز لکڻ پڙهڻ واري ڪمري ۾ ريڊيو سان ڪن لايو ويٺو هو. مون کي ڏسڻ شرط بي پناه خوشيءَ ۾ ٽپ ڏئي اٿي اچي مون کي ڀاڪر پاتائين. چئي: ”تاريخ جي عظيم فتح، بنگلاديش آزاد ٿي ويو! جيڪو ڪم سهروردي ڪري نه سگهيو، سو مجيب ڪري ڏيکاريو ۽ اندرا گانڌي جواهر لال کان گوءِ کٽي وئي. ٻي جنگ عظيم کان پوءِ ڪنهن به ملڪ ايڏي فتح حاصل نه ڪئي آهي، جيڏي هندوستان!“ وري موڊ ۾ اچي چوڻ لڳو: ”اها فتح هندوستان جي نه پر بنگال جي عظيم عوام جي آهي، مجيب الرحمان جي سياست جي آهي.“ پوءِ اها پوري رات اسان ٻئي هڪ انوکي نشيءَ ۽ سرور ۾ ويٺا رهياسين. برصغير جي تاريخ هئي، مختلف شخصيتون ۽ تحريڪون هيون، قابض ۽ ظالم ٽولن جا ڪوس ۽ ڪيس هئا، ظلم ۽ جبر جا داستان هئا ۽ انهن جي خلاف محب وطن عوام ۽ ليڊرن جا احتجاج، للڪارون، حملا ۽ هلائون، اسان جي گفتگوءَ جو موضوع هئا. اهو پهريون دفعو هو جو نياز مون کي سندس اهي شعر جيڪي آزادي جي باري ۾ هئا، حديث ۽ سامراج دشمنيءَ جي علمبردارن ناصر ۽ لومحبا جي متعلق هئا، سي ٻڌائيندو رهيو.

جڏهن مون ’پيغام‘ رسالو ڪڍيو هو، ان وقت نياز کي چيو هئم ته رسالي لاءِ ڪو مضمون لکي ڏيو. پُور ۾ اچي انڪار ڪري ڇڏيائين، چئي: ”هڪ به پرچا ڪڍو، آءٌ رسالي جو معيار ڏسي پوءِ مضمون

لڪندس.“ پهريون پرچو اچا پريس ۾ ئي ڪو نه پهتو ته يڪدم مضمون لکي ڏنائين ”يادين جا جزيرا“ اڳتي هلي پيغام ۾ اهو مستقل عنوان بنجي ويو ۽ نياز صاحب نه رڳو مضمون لکي ڏيندو هو، پر سندس گهر کي ’پيغام‘ جي آفيس طور به استعمال ڪندا رهياسين. جتي اسان ٻنهيءَ کان وڌيڪ ڪم نياز صاحب جي گهر واري ”شيرين“ ڪندي هئي. وي. پي موڪلڻ، پئسا وصول ڪرڻ، سموري سنڌ مان ايندڙ ٽپال سنڀالي رکڻ، اهو سمورو ڪم شيرين ڪندي هئي، جنهن ڪري آءٌ ڪافي محنت کان ڇٽي پيس. انهيءَ عرصي دوران پيغام کي مالي طرح مضبوط ڪرڻ لاءِ نياز صاحب نه رڳو پنهنجن دوستن، واقف ڪارن ۽ عقيدتمندن کي مالي مدد ڪرڻ لاءِ آماده ڪندو رهيو، پر ڪن دور دراز جاين تي ويٺل سندس دوستن وٽ مون کي وٺي ويندو هو. اهڙو هڪڙو سفر اسان ڊاڪٽر حڪيم سولنگيءَ وٽ وڃڻ لاءِ پڊعيدن تائين ڪيو. حڪيم سولنگي جيتوڻيڪ اسان جي ڏاڍي خدمت چاڪري ڪئي، پر ڪا به مدد نه ڪيائين. انهيءَ ڳالهه نياز جي حساس دل تي ڏاڍو اثر ڪيو ۽ ڪيترو وقت هو سنڌي قوم جي پڙهيل لکيل طبقي جي بي حسيءَ ۽ لاپرواهيءَ کي گاريون ڏيندو رهيو. چئي: ”هيءَ قوم ڪڏهن به سڌري نٿي سگهي، خواهه مخواهه پنهنجي زندگي تباهه ڪرڻي آهي. جنهن قوم الله بخش سومرو، شهيدِ سنڌ کي نه سڃاتو. ان جي مقابلي ۾ کهڙي جهڙو غدار، وطن دشمن ۽ قوم فروش سنڌين جو هيرو بنجي ويو ۽ جن ماڻهن وٽ جي. ايم. سيد جي مقابلي ۾ ون يونٽ جو پاسدار پڻو وڌيڪ مقبول ۽ محبوب آهي، انهن سان

مٿو هڻڻ وقت وڃائڻ برابر آهي.“ آءٌ سندس ڪاوڙ اڳيان ٿڌو ٿي چوندو رهيس ته پوءِ ڇا ماٺ ڪري ويهي رهجي، ۽ قوم کي پنهنجي حال تي ڇڏي ڏيڻ گهرجي؟ ته هدڪم جوش ۾ اچي چوندو ته: ”ائين هرگز نه ٿيڻ گهرجي، اڄ تائين هيءَ قوم زنده صرف سنڌ جي انهن گم نام ۽ نامور فرزندن جي قربانين جي وسيلي آهي، جيڪي وسيلن جي اڻاٺ هوندي به پنهنجين قربانين ۽ ڪوشش سان اسان جي اونداهي تاريخ کي روشني بخشي ويا. جيڪڏهن انهن جون قربانيون نه هجن ها ته هيءَ قوم ڪڏهوڪي ختم ٿي وڃي ها. ان ڪري اسان کي به نتيجن کان بيپرواه ٿي پنهنجي جنگ جاري رکڻ گهرجي. اهڙن موقعن تي جڏهن نياز تي سخت مايوسيءَ جا دورا پوندا رهندا هئا، تڏهن سنڌي شاگردن جي ڪا معمولي چرپر يا ڪنهن وطن دوست ماڻهوءَ طرفان ڪو معمولي رسالو جاري ٿيڻ ڪيس پر اميد بنائي ڇڏيندو هو ۽ هو وس آهر انهن شين جي مدد ڪندو هو. 1977ع ۾ آءٌ جڏهن ڏيڍ سال جي قيد کان آزاد ٿيس، ان وقت نياز جو مشورو هو ته ماٺ ڪري آرام سان گهر ويهي رهان، هيءَ ٻي ڳالهه آهي ته جيل ۾ رهڻ وارو سمورو عرصو هو مالي طرح انتهائي فراخ دليءَ سان منهنجي مدد ڪندو رهيو. هر قسم جي ضرورت جي پورائي لاءِ مون کي سامان ۽ پئسا نياز طرفان جيل ۾ ملندا رهيا، پر پوءِ به جڏهن آءٌ آزاد ٿيس، تڏهن سندس مشورو ماٺ ڪري ويهي رهڻ جو هو، پر آءٌ ماٺ ڪري ويهي رهڻ بدران ڪم کي جنبي ويس ۽ وري ’ڪارونجهر‘ رسالو ڪيڙايم. هڪ ڀيري ’ڪارونجهر‘ جي

شايع ٿيڻ ۾ دير ٿي، جو پئسا ڪو نه هئا، نياز صاحب دير جو سبب پڇڻ لاءِ واسطيدار پريس تي ويو. جڏهن ڪيس معلوم ٿيو ته پريس ڪي رسالي طرفان پنجن سؤن رپين جي ادائيگي رهيل آهي، ان ڪري رسالو شايع نه ٿيو آهي، ته هڪدم منهنجي ۽ خادم لاڪير جي پرپٺ پريس ملڪ کي پنج سؤ رپيا ڏئي ويو ۽ ان سان گڏوگڏ پريس وارن کي پئسا ڏيندڙ جو نالو نه ٻڌائڻ جي هدايت ڪري ويو.... ڪڏهن ويٺي پور اچي ويس ته ڪو به ماڻهو سندس تنقيد جي تيرن کان بچي ڪين سگهندو. ويندي گانڌي، جواهر لال، ابوالڪلام آزاد ۽ سائين جي. ايم. سيد جيتوڻيڪ هن جون پسنديده شخصيتون به اهي ئي هيون. سائين جي. ايم. سيد تي ڪافي مضمون ۽ سٺا شعر لکيا اٿس. اهڙا شعر جيڪي دل ۽ دماغ جي گهراين مان نڪتا آهن ۽ پنهنجي شاعرانه عظمت جي بلندين تي پهتل آهن. اهڙو ئي هڪڙو شعر نياز صاحب ان وقت ويگن ۾ ويٺي ويٺي ٺاهي ورتو، جڏهن آءٌ ۽ نياز صاحب سائين جي. ايم. سيد سان ملڻ لاءِ سن وڃي رهيا هئاسين. رات جو جڏهن اسان سائين جي. ايم. سيد جي درياهه جي ڪپ واري جاءِ ۾ ويٺا هئاسين، سن جي سردي جوڀن تي هئي، ۽ اتر اوتون پئي ڏنيون ۽ جاءِ جي نجاري ۾ ٺانڊن ۾ مچ پئي ٻريو. اسان جي سامهون چانهه جا ڪوپ پيا هئا، جن مان هلڪيون چسڪيون به پئي پريون سين ته سائين جي. ايم. سيد جي علمي ۽ تاريخي ڳالهين مان فيض به پرايو سين پئي، ته سائينءَ هڪدم ڳالهه روڪي چيو: ”نياز، شعر ٻڌاءِ“ نياز صاحب ان ڏينهن ويگن ۾ ٺاهيل

شعر ”منهنجي سنڌڙي به تون منهنجي جندڙي به تون.“ ترنم سان پڙهڻ شروع ڪيو. سائين اٿي ويهي رهيو، هونئن ليٽيل هو. جڏهن نياز هن بند تي پهتو ”توتي واڳون دريا، تنهنجا ميهر مٺا، راءِ گرنار ۾ تڙ تي ڪونڌر ڪٺا!“ مون سائين ڏانهن ڏٺو ۽ وري نياز ڏانهن جاچيم. ٻنهيءَ جون اکيون ڳوڙهن هاڻيون هيون. شايد ٻئي سنڌ جي تاريخ جي ڪنهن گذريل يا ايندڙ پيانڪ دور جو سوچي رهيا هئا. پر نياز ڪي ترنم سان سائين جي. ايم. سيد جي سامهون پڙهندو ڏسي اهو دور ياد اچي ويو، جڏهن رسول ڪريم صه جي سامهون حضرت حسان بت ثابت شعر پڙهندو هو ۽ سندس اکين مان آب جاري رهندو هو.

گهڻن ماڻهن کي شايد خبر نه هجي ته آءٌ سائين جي. ايم. سيد جي سامهون سگريٽ ڇڪيندو هوس، جيتوڻيڪ سائينءَ ڪيترا پيرا مون کي سگريٽ ڇڏڻ لاءِ چئي به چڪو هو، پر نياز همايوني سائينءَ جو ايترو ادب ڪندو هو جو سائين جي سامهون سگريٽ ڪڍهن ڪو نه ڇڪي، ائين هڪڙي پاسي ادب جو اهو عالم ته ٻئي پاسي موڊ ۾ اچي پنهنجي آفيس ۾ ساٿس ملڻ لاءِ ايندڙن سان ڳالهيون ڪندي سائينءَ تي تنقيد به ڪندو رهندو هو. انهيءَ تنقيد مان ماڻهو سمجهندا هئا ته نياز جي. ايم. سيد جو مخالف آهي. انهيءَ غلط فهمي جي شڪار ٿيل سندس هڪ دوست سان ذاتي تعدي ڪيائين.

هڪ پيري هن پنهنجي هڪ دوست محمد يعقوب جتوئي [نوابشاهه واري] کي مانيءَ جي دعوت ڏني، ٻن پهرن واري مانيءَ وقت محمد

يعقوب آيو ۽ نياز جي مطالعي واري ڪمري ۾ ڪچهري شروع ٿي. ڪچهريءَ هلندي محمد يعقوب کي ڪٿيءَ ڪنيو جو هن ولي خان جي عشق ۾ اچي، سائين جي. ايم. سيد لاءِ چيو ته: ”سيد مخالفت ۽ نظربنديءَ جو ڍونگ رچايو، مزي سان گهر ۾ ويٺو نظر بندي الائونس وصول ڪري.“ بس سائين! يعقوب جو ايترو چوڻ ۽ نياز همايونيءَ جو ڪاوڙجي بلندين تي پهچڻ. چئي: ”تون انتهائي ڪميڻو ذليل ڪم ظرف جو ماڻهو آهين، اُٿ هينئر جو هينئر منهنجي گهر مان نڪر، نه ته موچڙا هڻندو ساڻِ! آءٌ مانيءَ جو گرھ به توکي کارائڻ حرام ٿو سمجهان.“ ويچارو يعقوب اُٿي روانو ٿي ويو. ماني اتي رهجي وئي. نياز صاحب کي سندس گهر واريءَ ۽ ڌيءَ گهڻو ئي سمجهايو، پر همراھ صفا مچرجي پيو. چئي: ”هن ڪميڻي کي خبر نه آهي ته آءٌ جي. ايم. سيد کي نه صرف پنهنجو رهبر ۽ رهنما ٿو سمجهان پر پنهنجي خوشيءَ جو مالڪ به سيد کي سمجهندو آهيان.“ ڌيڻس انجم چيو: ”بابا! سائينءَ جي مخالفت ته ڪڏهن ڪڏهن اوهان به ڪندا آهيو.“ نياز صاحب کي پنهنجي ڌيءَ سان ڏاڍو پيار آهي. تنهن کي سمجهائڻ لڳو. ”چري! آءٌ جڏهن مخالفت ڪندو آهيان ته اها ائين هوندي آهي جيئن ڪنهن ولي يا شاعر جي خدا سان شڪايت! سيد ئي آهي جنهن جي وسيلي منهنجو ايمان سنڌي قوم جي بهتر مستقبل تي پڪو ٿيو آهي، نه ته • (•سنڌ جي سپوت الھ بخش جي شهادت ۽ پاڪستان جي قيام بعد) اسان ذري گهٽ مايوس ٿي ويا هئاسين. اهو سيد ئي آهي، جنهن جي عظمت کي ڏسي، مون بي اختيار

دل جي گهراين سان پنهنجي عقيدي ۽ ايمان جي روشني ۾ چيو آهي:

”توکي ڏسندي ٿيو ويساهه چائي خدا،
سنڌ جيئندي سدا، سنڌ جيئندي سدا!“

شام جو آءٌ ساڍس مليس ته ساري ڳالهه ٻڌائي، چوڻ لڳو ته: ”آءٌ هر ڳالهه برداشت ڪري سگهان ٿو پر سيد جي مخالفت ٻڌڻ منهنجي وس کان ٻاهر آهي.“ جڏهن ڪو ماڻهو سائين جي. ايم. سيد تي واهيات قسم جا الزام هڻندو آهي. ان وقت آءٌ عالم ۽ شاعر مان بدلجي همايون (سندس ڳوٺ) جو ڇٽ بنجي ويندو آهيان. ها، اهو ڇٽ، جنهن جي لاءِ حشرءَ چيو هو: ”ڇٽ ڪوڏر آهي، ڇٽ ڪهاڙي آهي.“ آءٌ به ان وقت ڪهاڙيءَ ۾ هٿ وجهندو آهيان.“ مون چيو: ”اهو ته ٺيڪ آهي، پر گهر ۾ آيل مهمان سان اهڙي هلت اختيار ڪرڻ سنڌي روايت جي خلاف آهي.“ منهنجي ايتري چوڻ تي ڏمرجي پيو: ”هر روايت صحيح نه هوندي آهي، هر قوم وٽ ڪي ڪي شخصيتون پنهنجن سمورن عقيدن ۽ روايتن کان بلند ٿينديون آهن. جيڪڏهن روس ۾ وچي ڪو رجعت پسند لينن تي لعنت ملامت ڪري ته ڇا روسي ان کي معاف ڪري ڇڏيندا؟ يا هندوستان ۾ اچي ڪو انسان دشمن شخصيت مهاتما گانڌيءَ تي گارين جا وسڪارا ڪري ته هندوستاني عوام ان ڪري ماٺ ڪري ويهي رهندو ته ان بدزبان ۽ لوفر کي ڪجھ چوڻ سندن روايت جي خلاف آهي. اهڙي موقعن تي رواداري، احسان فراموشي

۽ ڪميٽپ جو پيو نالو آهي.“ مون ۾ وڌيڪ ڪڇڻ جي سگهه ئي نه رهي سو ماٺ ڪري ويهي رهيس.

سائين جي. ايم. سيد جي معاملي ۾ نياز همايوني جو پورو گهر انتهائي جذباتي آهي. نياز صاحب جي گهر ۾ ويهي توهان هر موضوع تي ڳالهائي سگهو ٿا، پر سائين جي. ايم. سيد جي خلاف اکر به ڪڇي نه ٿا سگهو. نياز صاحب جي پاڙي ۾ هڪڙو عباسي رهندو هو، جنهن کي بوڪ اسٽال هو. اهو عباسي ذهني طرح سائين. جي. ايم. سيد جي خلاف هو. ٻنهيءَ جا فليٽ گڏوگڏ هئا. عباسي ويچارو پاڻ ڪنهن حد تائين نياز صاحب جي طبيعت کان واقف هو، سو سائينءَ جي خلاف ڪو نه ڪچندو هو، پر سندس زال، هڪڙو پيرو نياز جي گهر اچي، شيرين سان ڪچهري ڪندي، سائينءَ جي باري ۾ ڪو گٿو اکر ڳالهايو. اهو اکر ٻڌڻ شرط شيرين (نياز صاحب جي گهر واري) مچريل شينهڻ وانگر ان مائيءَ کي ورائي وئي. هڪدم گهر مان ڪڍي چڙهيائين ۽ اڳتي لاءِ سدائين ساڻس اهڙي تعدي ڪندي رهي، جو تنگ ٿي ان عباسيءَ کي انهيءَ گهر مان لڏڻو پيو. نياز صاحب جي پرسان اسان ٻنهيءَ جو دوست مسٽر امان الله بلوچ رهندو هو. هو ذهني طور پيپلزپارٽيءَ سان واسطو رکندڙ هو، پر سائين جي. ايم. سيد جي باري ۾ ڏاڍو محتاط هوندو هو. پوءِ به جڏهن شيرين کي خبر پوندي هئي ته ان جي گهر ۾ ڪڏهن ڪڏهن سائين جي. ايم. سيد جي خلاف ڳالهه ٿئي ٿي ته امان الله کي ڪجهه ڪو نه چوندي هئي پر امان الله خان جي گهر واريءَ ۽ سندس سس (جنهن

ڪي اسان سڀ ناني چوندا هئاسين) جي شامت اچي ويندي هئي. پٺي صاحب جي گرفتاريءَ کان پوءِ امان الله خان ’روزانه مهراڻ‘ ۾ نوڪري ڪئي. مهراڻ اخبار، پيپلزپارٽي ۽ پٺي صاحب جي سخت مخالفت ڪندي رهي آهي ۽ ڪري ٿي پئي. سنڌ ۾ جيڪو گند پٺي صاحب جي شخصيت تي اخبار مهراڻ اڇلايو آهي، ايترو ڪريل ذهنيت جو مظاهرو بئي ڪنهن ڪو نه ڪيو آهي. اڳتي هلي ترقي پسند صحافين جي تحريڪ وقت سرڪار هڪ پاڪيٽ يونين صحافين جي ٺهرائي، جيڪا ترقي پسند صحافين جي مقابلي ۾ مارشل لا انتظاميا جي حامي هئي. امان الله خان انهيءَ يونين ۾ شامل ٿي ويو. اها خبر شرين کي پئي، هڪ ڏينهن امان الله کي سڏي چوڻ لڳي: ”ادا! شرم نه ٿو اچئي پنهنجي قائد جي ڪفن جا پرزا اڏائڻ وقت ڪو حيا به ايندو اٿو. پيٽ جي بندگي به ايتري حد تائين جو شرافت، انسانيت، وفاداري، پارٽيءَ جي اخبارن وسيلي ورتل فائدا ڪا به شيءِ توکي روڪي نه ٿي سگهي. اکين تي چربي چڙهي وئي اٿئي، انهيءَ ڪردار ادا ڪرڻ کان ته چڱو هو جو بک وگهي آپگهات ڪرين ها، يا ڪشتو ڪٽي سنڌ ۾ پنين ها ته به سنڌي ماڻهو توکي بک مرڻ ڪو نه ڏين ها.

امان الله خان اهڙو ڪچي جهڙي پت. مون کي جڏهن اها خبر پئي ته ڏاڍو ڏک ٿيم. ته شيرين کي امان الله سان اهڙو رويو اختيار نه ڪرڻ گهربو هو. چو ته اڄ جي صحافيءَ جو ڪو به اصول نه ٿيندو آهي. اصول جي حام ۾ سڀ اگهاڙا آهن، ته پوءِ امان الله جو ڪهڙو

ڏوھ پر شيرين کي صحافين جي اصولي جي خبر ڪانھي! انجم (نياز جي ڌيءَ) وري انھيءَ معاملي ۾ ڪا پنتي رھڻ واري آھي ڇا؟ ڪاليج ۾ ڪا به ڇوڪري سائينءَ جي خلاف ڪجھ چوندي آھي، ته ان سان اصلي ڇُنڊجي ويندي آھي. پوءِ ان معاملي ۾ ڪاليج مان اسٽيڪيٽ ٿيڻ يا ڪا ٻي سزا ملڻ جي ذري جيتري پرواھ نه ڪندي آھي. ھڪ پيرو ٻن پھرن جو آءٌ نياز صاحب جي مطالعي واري ڪمري ۾ ويٺو ھوس ته "انجم" اصلي مينھن واچ ڪندي آئي، منھن ٺاسٽي ھنيل، پگھر ۾ شل، ايندي شرط ڪتاب ڪٽ تي اڇلائيندي چوڻ لڳي: "آءٌ اڄ ئي بابا کي چئي ڪنھن ٻئي ڪاليج ۾ داخلا وٺنديس، ھن ڪاليج ۾ پڙھڻ منھنجي وس کان ٻاھر آھي، ھي ڪاليج ڪميڻن جو آھي. ذرو به قومي حيا يا شرم ڪو نه اٿن." مون سندس معصوميت پريل ڪاوڙ تي کلندي چيو: "خير ته آھي مارڪون گھٽ مليون آھن ڇا؟"، "مارڪن جي منھنجيءَ جتيءَ کي به پرواھ ناھي."، "باقي ڇا ٿيو"، مون چيو. "ھوءَ ڇوڪري آھي نه ميمڻ! او ھوءَ"، "بابا" ڪھڙي؟ آءٌ ڪو تنھنجي ڪاليج جي سڀني ڇوڪرين کي سڃاڻان ٿو ڇا؟" خير ڇوڪريءَ جو نالو ٻڌائي چوڻ لڳي ته: "اھا اڄ سائينءَ جي خلاف پئي ڳالھائي، مون چند ڪڏي مانس ته ھڪدم اسان جي ڪلاس ٽيچر وٽ وئي، ڪلاس ٽيچر پڻ سائينءَ جي مخالفت ۾ ان ڇوڪري جو طرف ورتو ۽ مون کي چيائين اوھان سڀ ڪافر آھيو. ھاڻي توھان ئي ٻڌايو ته اھڙي ڪاليج ۾ آءٌ ڪيئن پڙھي سگھنديس. ڪا ڇوڪري انجم جي ڪيڏي به سھيلي ڇو نه ھجي، پر جيڪڏھن

ان جا خيال سائين جي باري ۾ ٺيڪ نه هوندا، ته انجم جي ان سان دوستي ختم، لاڳاپا ڪاٽا ۽ سڀ ناتا پورا!

نياز نه صرف سياسي لحاظ کان سائين جي. ايم. سيد جو .......... پر مالي قربانيءَ جي خيال کان به پڻ سندس نياز مند آهي. سائين پنهنجي هڪ ڪتاب جو نياز کان فارسيءَ ۾ ترجمو ڪرايو، جنهن لاءِ به هزار رپيا معاضو رٿيل هو. ايڊوانس ۾ جيڪو هزار رپين جو نياز وٽ پهتو سو سندس ضرورتن جي نذر ٿي ويو. پر جڏهن ڪتاب پورو ٿيو ۽ نياز اهو پاڻ سائينءَ وٽ سن کڻي ويو ته سائين کيس ٻيو هزار ڏيڻو ڪيو، جيڪو نياز ائين چئي واپس ڪيو ته سائين! هونءَ کڻي سچا سکتا آهيون، پر قومي ڪم لاءِ دل تو وانگر آهي، دعا ڪريو! ان قومي ڪم ۾ جتي اوهان خلوص ۾ محنت ٿا ڪريو اتي اسان کي به بنا معاوضي ڀهري وٺڻ جو موقعو ڏيو. نياز همايونيءَ جي ڪاوڙ ۽ غصي کان به خدا ٻيو پناهه ڏئي. آءٌ جڏهن به ساڻس سفر ڪندو آهيان، ته دل ۾ دعا گهرندو رهندو آهيان ته خدا ڪري سفر دوران ڪا ڳالهه نياز جي طبيعت ۽ مزاج جي خلاف نه ٿي پوي. جيڪڏهن ائين ٿيو ته پوءِ جهڳڙو لازمي ٿيندو. نياز پنهنجي سگهاري حڪيمانه جسم ذريعي گهڻو ڪجھ سهي سگهي ٿو، پر آءٌ سنگل پاسري ماڻهو ته هڪ ڏڪ ۾ ئي پورو ٿي ويندس. ان ڪري نياز سان سفر ڪندي مڙيئي لهرائيندو آهيان، پوءِ به ڪڏهن ڪڏهن سفر ڪرڻو ئي پوندو آهي، ۽ اهڙي سفر ۾ جهڳڙي کان بچياسين ته جهڙو معجزو ٿيو. پر نياز سان سفر ڪندي اهڙا معجزا تمام گهٽ

ٿيندا آهن، جو اسان صحيح سلامت بنا ڪنهن جهيڙي جهڳڙي جي موٽيا هجون. هي ٻي ڳالهه آهي ته هو اهڙي موقعي تي نياز جي مخصوص واضح قطع ۽ لباس، لٺ ڌڪي يا باڪسنگ جي مقابلي جي نوبت اچڻ نه ڏيندا آهن ۽ آءٌ شڪر ڪندو آهيان ته جان بچي لڪ ڪٽيوسين. وڙهڻ يا جهڳڙو ڪرڻ وقت جيئن مون مٿي لکيو آهي ته نياز هڪ شاعر، اديب، عالم ۽ دانشور مان ڦري صفا ڪهاڙي باز اُترادي ٿي پوندو آهي ۽ ان وقت ڪيس نه پنهنجي پرواهه هوندي آهي نه سنگت ساٿ جو الڪو ۽ نه وري سندس حيثيت ۽ اهميت جو فڪر. اهڙي وقت ائين معلوم ٿيندو آهي ته هن انسان جي ذهن، ضمير، دل ۽ دماغ تي خوف، ڊپ يا ڀؤ جو ڪڏهن پاڇولو ئي نه پيو آهي، حقيقت ۾ سندس اهو جرئت مندانه ۽ جارحانه انداز ئي مخالف ڌر کي ذهني طرح پست همت ۽ بزدل بنائي وجهندو آهي ۽ اها سامهون ٿيڻ جي جرئت ڪي نه ڪندي آهي.

مئي 1977ع ۾ آءٌ پنهنجن ٻين دوستن سان گڏ لانڍي جيل ۾ هوس، جتي طارق اشرف به هو، جنهن نياز همايونيءَ جي ڪاوڙ جو مون کي هڪ واقعو ٻڌايو. مون کي خبر ناهي ته واقعو سچو آهي يا ڪوڙو جيتوڻيڪ طارق اشرف هميشه پنهنجي رسالي ۾ اهو لکندو آهي ته آءٌ سدائين سچ لکندو آهيان، پر هن صاحب پنهنجي ڪتابڙي ”جيل گهاريم جن سان“ ۾ جنهن جانبداريءَ ۽ غلط بيانيءَ کان ڪم ورتو آهي، تنهن کي ڏسي مٿس اعتبار ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. خاص ڪري مرحوم پٺي سان ملاقات واري واقعي ۾ سادات

پرستيءَ جي جنون ۾ ادب ۽ اخلاقي معيار به اورانگهي ويو آهي. تاهم نياز واري واقعي کي آءٌ ان ڪري به صحيح سمجهان ٿو جو اهڙن ڪيترن واقعن جو اکين ڏٺو شاهد آهيان ۽ ڪيترين جاين تي ته آءٌ اهڙن ڏچن ۾ شريڪ به رهيو آهيان. بهرحال طارق صاحب ٻڌايو ته: ”هڪ پيري سهڻيءَ ۾ نياز صاحب جي باري ۾ ڪا اهڙي ڳالھ ڇپجي وئي، جيڪا نياز جي نظر ۾ غلط هئي. نياز مون ڏانهن نياپو موڪليو ته اها ڳالھ روايت غلط آهي، تون ترديد ڪري ڇڏ، مون ترديد جي بدران وري ڪا ٻي ڳالھ ڪئي سا به اڏامي وڃي نياز تائين پهتي. بس پوءِ ڇا ٿيو جو هڪ ڏينهن نياز همايوني لٺ هٿ ۾ کڻي اچي سهڻي پريس تي نڪتو. آءٌ ان وقت گهر ۾ هوس. نياز ايندي شرط مون کي للڪاريو ته ڪٿي آهي، اهو جعبراتي نقلي سيد. ڪڍوس ٻاهر ته حراميءَ جو مٿو ڪچو ڪريان. وڏو آيو آهي ايڊيٽر پٽ...! مون سمجهيو ته جيڪڏهن هينئر ٻاهر نڪتس ته جهيڙو ٿي پوندو ۽ ماڻهو کلندا. ان سڀ ڪجھ هوندي مون کي حيرت نياز جي جرئت تي ٿي جو هو اڪيلي سر لٺ کڻي منهنجي گهر تي حملو ڪري آيو. ڪيس اهو سوچڻ گهربو هو ته نيٺ منهنجو پاڙو هو، جتي ماڻهن تي لازمي طرح هڪ اديب جي حيثيت ۾ منهنجو اثر هوندو، ۽ اهي ماڻهو ساڻس خراب هلت به هلي سگهيا ٿي، پر نياز کي انهيءَ ڳالھ جي ڪا به پرواھ ڪا نه هئي. جڏهن گهڻي دير تائين آءٌ نه نڪتس ته نياز هليو ويو.

نياز همايونيءَ جي شروعاتي سياسي اوسر محمد صالح عاجز جي صحبت سبب ڪانگريس جي جهنڊي هيٺ ٿي، ان ڪري ڪيس مهاتما گانڌيءَ، مولانا آزاد ۽ جواهر لال سان جذباتي وابستگي رهي آهي. شهيد سنڌ الله بخش سومرو ۽ سوامي انگنريدنو سندس لاءِ آدرشي انسان رهيا آهن. ان ڪري هو ڪنهن به صورت ۾ بدليل حالتن ۾ به انهن انسانن جي خلاف ڪا به ڳالهه ٻڌڻ لاءِ تيار نه هوندو آهي ۽ جيڪڏهن نياز جي روبرو ڪنهن سندس گهري دوست به انهن انسانن متعلق ڪا خراب راءِ ظاهر ڪئي ته نياز پنهنجين سمورين صلاحيتن سان ان جي چنچري لاهڻ پٺيان لڳي ويندو آهي. انهيءَ مهم ۾ ڪهڙا نتيجا ٿا نڪرن، ان جي ڪيس ڪا به پرواهه نه هوندي آهي.

نياز صاحب جڏهن لطيف جو ترجمو فارسيءَ ۾ ڪري رهيو هو، ان وقت سندس معمول هو ته جمعي جي رات ڀٽ شاهه تي وڃي جاڳندو هو. هڪ ڀيري موسم ڏاڍي سٺي هئي ۽ اتفاق سان اها شام خميس جي هئي. نياز مون کي چيو ته اڄ ڀٽ شاهه تي هلنداسون. اسان ٻئي شام جو روانا ٿياسين، موسم جهڙاتيل هئي، رستي جي ٻنهي پاسن ساوڪ ئي ساوڪ هئي. نياز مون کي چيو شايد اهڙي موسم هوندي، جڏهن لطيف جي دل ۽ دماغ ۾ ’سر سارنگ‘ جنم ورتو هوندو. ائين چئي هو لطيف جي شاعريءَ کي فارسيءَ ۾ منتقل ڪرڻ کي لڳي ويو. آءٌ ماٺ ڪيو ويٺو رهيس. جڏهن ڀٽ شاهه تي پهچي ٻاهرئين دروازي کان اندر پئي وياسين ته هڪ موالي ڪپڙن لٽن ۾ ٺهيل نڪيل، هٿن ۾ سونيون منڊيون، بوسڪيءَ جو پٽڪو، مڪئي جي

سنگن جهڙا شهپر، سلفيءَ جو سوٿو هٽي چوڻ لڳو: ”او اندرا گانڌي!.... واندي، مراليءَ جو ايترو چوڻ ۽ نياز همايونيءَ جو آپي کان ٻاهر نڪرڻ. چئي: ”خبردار ڪميٽان! تون ٿو اندرا کي گار ڏئين دلا! جوٺهين ڪوريئڙي چار ٿاهي چڙهيو آهي ۽ تون هليو آهين منديون پائي پٽ ڏٽيءَ جي درگاهه تي جواهر لال جي ڌيءَ کي گاريون ڏيڻ. بيغيرت ڪنهن جاءِ جا!“ هيڏانهن نياز جي گار جي رئي لڳي پئي هجي، هوڏانهن موالين جو پورو لشڪر اکيون ڦوٽاري اسان ڏانهن ڏسي رهيو هجي. اسان صرف ٻه ڄڻا. هوڏانهن ٿيهارو کن موالي. فارسي چوٽيءَ مطابق: ”رسيده برو بلائي ولي بخير گذشت!“ نياز جي هڪلن هٽي موالين کي هيسائي وڌو. سونين منڊين وارو موالي ڪڪڙ ٻنجي، هٿ ٻڌي نياز کان معافي وٺڻ لڳو. چئي: ”بابن سائين معاف ڪجو، اندرا منهنجي ماءُ ٿئي. آءٌ مڙيئي ڪجهه سرس چڪڙو چاڙهي ويو هوس. قبلا سائين! اوهان کي ته خبر آهي ته سائي ۽ سوٿو گڏبا آهن ته ماٺهوءَ کي اصلي بشت جو سير ڪرائي ڇڏيندا آهن. اچو! مئخاني تي هلي ويهو!“ اهو شڪر ٿيو جو مواليءَ کي پنگ جو پاڙي نشو هو، سو نياز جي هڪلن همراهه کي ڊاهي وڌو، پر جيڪڏهن پنگ جي بدران ڪا وسڪيءَ جي بوتل چاڙهيل هجيس ها ته اسان ٻنهيءَ جو خير ڪو نه هو.“

نياز جي موالين سان اصلي ڪا نه پوندي آهي. سندس خيال آهي ته جنهن ڏينهن سنڌ ۾ اوناري جو بنياد پيو، ان ڏينهن سنڌين جي اڪثريت قومي شعور وڃائي ويٺي. هن جي خيال ۾ سنڌ ۾ اوتاري جا

باني مباني اسلام کان پوءِ جا ايراني آهن، جن سنڌ ۾ اچي اوتاري جي ذريعي سنڌ جي قومي شعور کي ڌڪ هنيو. عربن بيشڪ سنڌ تي ظلم ڪيا، هنن ذهني ۽ مذهبي طرح سنڌين کي گمراهه ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر سنڌي قوم کي اوتاري ذريعي بي عمل نه بنايو، پر ايراني ۽ شيرازي عالمن، شاعرن ۽ مرشدن اوتاري جي ذريعي پوريءَ ريت سنڌي قوم کي سست ۽ ڪاهل بنائي وڌو. سنڌ جي عوام، تاريخ جي ڪنهن به دور ۾ دشمن جي آڏ نه مڃي، پر ميرن جي دور ۾ جڏهن اوتارا ذري گهٽ سنڌ جا 'قومي ادارا' بنجي ويا هئا، ته چارلس نيپئر سنڌ جي راڄڌانيءَ کي ٿن ڪلاڪن ۾ فتح ڪري ورتو هو. سيدن ۽ پيرن جي، سنڌ جي سموري عوام تي بالا دستي ۽ آل رسول صه جي نالي ۾ کين 'خدائي درجو' ڏيارڻ به ايرانين جي سازش آهي. تاريخ جي روشنيءَ ۾ اسان ڏسون ٿا ته سنڌ ۾ سيدن کي غير معمولي رعايتون ۽ برتريون به مسلمان ايرانين جي اچڻ کان پوءِ مليون آهن. ان تي وڌيرا شاهيءَ جو مڪمل نظام انگريزن جو تحفو آهي.

ساڳئي رات جو درگاهه جي پوئين پاسي وچي ويٺاسين. پيڙيءَ جي سخت ٻاڙ لڳي هئي. هڪ قبر کي ٽيڪ ڏئي پيڙي دکائي پيئڻ لڳاسين ته به پاڇولا آهستي آهستي پٺ ڏٽيءَ جي روضي جي پوئين پاسي واري قبرستان طرف وڌڻ لڳا. ٻنهيءَ جو رخ هڪ ڊٺل ننڍڙي مقبري ڏانهن هو. نياز جي اوچتي نظر مٿن پئجي وئي. هڪل ڪري چيائين: ”بيهو! ڪيڏانهن ٿا وڃو؟“ نياز جو هڪل ڏيڻ ۽ ٻنهيءَ پاڇولن جو

وري واپس وڏي درگاهه ڏانهن پڇڻ. اهو حال ڏسي نياز ڏاڍو اداس ٿي ويو. چئي: ”هي جايون اسان سنڌي ماڻهن لاءِ ذهني ۽ روحاني تقدس جو ذريعو رهيون آهن، پر آهستي آهستي بدڪاريءَ جي اڏن ۾ تبديل ٿي رهيون آهن. اسان وٽ هن روضي جي به ڪا اهميت نه رهي آهي. مجهس سنڌ جو اهو لافاني انسان آرامي آهي، جنهن جي تنبوري جي تارن مان سدائين صداقت ۽ انسانيت دوستيءَ جا پڙلاءِ نڪرندا رهيا. اسان جهڙيءَ ريت اها ذميواري کنئي آهي ته سندس رسالي معنيٰ ۽ مفهوم کي سوليءَ سنڌيءَ ۾ انسان ذات جي مفاد ۽ امن جي عالمي منشور جي حيثيت ۾ پيش ڪريون، اهڙيءَ طرح اها به سنڌين جي ذميواري آهي ته هنن جاين تي عقيدت ۽ احترام کان سواءِ ٻئي ڪنهن غرض لاءِ نه اچن. هو ڏسو! سامهون سنڌ جا به عظيم انسان عبدالحسن سانگي ۽ عمر بن محمد دائود پوٽو ستا پيا آهن، اها هوندي آهي عقيدت! باقي درگاهن تي رهيو ڇا آهي.“ هڪ پيرو آءٌ ائين روشني ۾ وڃي قلندر جي درگاهه تي نڪتس. قلندر جي قبر تي زيات ڪندڙن جو هجوم موجود هو، جيڪو قبر جي چوڌاري ڦري رهيو هو. آءٌ به انهيءَ هجوم ۾ شامل ٿي ويس. اوچتو مون محسوس ڪيو ته مونکان اڳيان هلندڙ نوجوان ڇوڪريءَ جيءَ ڇاتيءَ ۾ ڪنهن حراميءَ هٿ وڌو ۽ ڇوڪريءَ سيڙاٽ ڪندي ساڻس گڏ هلندڙ پوڙهئي عورت کي چيو: ”ماسي ڏسين نه ٿي مئي مارئي منهنجيءَ ڇاتيءَ ۾ هٿ وڌو آهي.“ پوڙهيءَ سڙٻاٽ ڪندي چيو: ”چوري ماٺ ڪر! پڻهين کي خبر پئي ته اڳتي لاءِ سخي شهباز جي زيارت تي

ڪو نه ڇڏيندو.“ نياز ڏاڍي اداسائيءَ سان گڏ ٺوڪ واري انداز ۾ چيو: ”اها ماجز ڏسي قلندر بابت مشهور روايت ياد آئي، جنهن ۾ چيو ويو هو، ته جنهن رات قلندر سيوهڻ ۾ آيو هو، ان رات به ڪاريءَ جي نيت وارا سڀ مرد نامرد بني ويا هئا.“

اسان اجا هي ڳالهيون ڪيون ويٺي ته هڪ همراه اچي نڪتو، ڏاڍي ڪاوڙ ۾ چوڻ لڳو:

”درگاه جو به احترام ڪو نه اٿو، اتي به ٻيڙي چڪڻ کان رهي نه ٿا سگهو.“

نياز مون کي ڪن ۾ چيو اهو سويرڪي پڳل جوڙي جو نَر پڪي اٿئي. همراه جڏهن ويجهو آيو، تڏهن نياز چيو: ”سنپالي ڳالهاءِ يزيدي! سيدن جو به خيال نه ٿو اچئي.“ نياز جو ايترو چوڻ ۽ همراه جو اسان جي پيرن تي ڪرڻ. ”حضور! هن خطاڪار کي معاف ڪريو، ڪنهن سلفي سوئي جي ضرورت هجي ته حاضر ڪريان، احترام اُمتين لاءِ هوندو آهي، باقي سيد ته ٻنهي جهانن جو آسرو آهن.“ اسان سندس ڳالهائڻ مان اندازو لڳايو ته همراه سنڌي ناهي. نياز پڇيو: ”ڪير آهين؟“ چئي سائين: ”پنجابي! ڏهن سالن کان درگاه جي مَٿي پريندو اچان ۽ سيدن جو ٻڪريون به چاريندو آهيان.“ ايترو ٻڌڻ ۽ نياز جو تپي باه ٿيڻ. حراميو! سڄيءَ سنڌ تي قبضو ڪيو اٿوَ! اسان سمجهيو ته پٺائيءَ جي درگاه بچيل هوندي.

”حيدرآباد هلو! حيدرآباد هلڻ وارو اچو!“ ڪليندر هوڪو ڏئي رهيو هو. اسان به هوڪو ٻڌي پره ڦٽيءَ ويلي واپسيءَ جو سوچي درگاه

ڪان ٻاهر نڪتاسون. چئين وڳي بس ۾ ويهي رهياسين. بس ۾ ويهڻ شرط اسان کي ننڊ اچي وئي. خواب ۾ اسان جو حيدرآباد جو سفر جاري رهيو. اوچتي نياز جي اک کلي، واچ ۾ ڏٺائين ته ڇهه وڄي پندرهن منٽ ٿيا آهن ۽ بس جي انجڻ ۾ مس مس جان پئي آهي. هڪڙو موالي ڪٽ ڊرائيور ڊرائيونگ سيٽ تي ويٺو، هيڏانهن هوڏانهن ڏسي رهيو آهي ۽ ڪنڊيڪٽر ويٺل ماڻهن کان پاڙو پيو وٺي. اها حالت ڏسي نياز جو پارو هڪدم چڙهي ويو. ڪنڊيڪٽر جيئن ئي ويجهو آيو، نياز صاحب پنهنجو ٻف جو سليپر لاهي مٿس شروع ٿي ويو ۽ ان سان گڏ ڊرائيور کي به سنڌي لغت جي سمورين گارين سان نوازڻ شروع ڪيائين. چئي: ”هلو حيدرآباد ته سيني کي ٿو چالان ڪرايان! بدمعاشو! اوهان منهنجو ڪورٽ جو وقت وڃائي ڇڏيو!“ اهو جملو ٻڌي ڪنڊيڪٽر ۽ ڊرائيور سمجهي ويا ته همراهه مڙيئي ڪنهن چڱي خاصي ڪورٽ جو جج آهي، سو ڪنڊيڪٽر مار به کائيندو وڃي ۽ نياز جي پيرن تي ڪري معافي به پيو وٺي. تيستائين موالي ڪٽ ڊرائيور به اچي نڪتو. ڊرائيور کو زنده دل ۽ چاڻو ٿي ڏسڻ ۾ آيو. تنهن هٿ ٻڌي چيو: ”حضور! هي پاڪستان آهي، هتي ڏيکاربي هڪڙي شيءِ آهي ته ڏبي ٻي شيءِ آهي. پٽي صاحب به ووٽن وقت ڏيکاريا ته سورهن ايڪڙ زمين جا هئا، پر ڏنائين 110/109 ۽ سنڌ ڪرائم ڪنٽرول ايڪٽ، اوهان به ڪورٽن ۾ ڏيک حضرت عيسيٰ ۽ مهاتما گانڌيءَ جهڙي ڏيندا آهيو، پر فيصلي ٻڌائڻ وقت عنود ڪاسائي ٿي ويندا آهيو. پوءِ پلا اسان ڪيئن پوئتي رهون. اسان ته

رڳو بن ڪلاڪن جي دير ڪئي آهي. اوهان جي ملڪ ته ماڻهن کي فائدي پهچائڻ واري واعدي ۾ ٽيهه سال لڳائي ڇڏيا آهن.“ ڊرائيور جي اها مزيدار گفتگو ٻڌي نياز کلي ڏنو، ته پر ۾ ويٺل هڪ همراهه ٻئي کي چيو: ”يار! صاحب کي پلو ماڻهو ڏسجي.“ خير ڊرائيور ۽ ڪنڊيڪٽر ته وجي پنهنجن ڌنڌن کي لڳا، مون پٺ ڏٺيءَ جو شڪر ادا ڪيو، جنهن جي حاضري پرڻ جي مهابي موچڙن کان بچي ويس، نه ته نياز مارائڻ جا مڪمل بندوبست ڪري ڇڏيا هئا. نياز گاڏي کاتي محمدي پلازه ۾ رهڻ کان اڳ بازار حسن جي ان چيڙي وٽ رهندو هو، جتان ماڪوءَ جو چڪلو شروع ٿئي ٿو. ان باري ۾ هڪ شاندار مضمون ”پيغام“ رسالي ۾ لکيو هئائين. ”جتي مان رهان ٿو.“ سندس پر ۾ فليٽ 12 ۾ هڪڙو ٽري ڪولهي اچي رهيو هو، جيڪو عورتن جي دلالي ڪندو هو. وٽس به ڇوڪريون هيون، جن سان هڪڙي ڪنهن مهاجر وٽ خرچ تي ويٺل هوندي هئي. اهو مهاجر به ساڳئي ٻارهن نمبر فليٽ ۾ رهندو هو. جتي هو انهيءَ ڪولهيءَ، سندس پوڙهيءَ زال، هڪڙي پٽ ۽ ان ويهاريل عورت جو خرچ پريندو هو. نياز کي انهيءَ ڳالهه جي ڪا به پرواهه ڪانه هوندي هئي. ته سندس پرسان ڪير ۽ ڪهڙي ڪردار جو ماڻهو ٿو رهي. تڏهن به مون کان رهيو نه ٿيو ۽ نياز کان پڇيم ته اوهان هن عورت کي پنهنجي پاڙي ۾ ڪيئن ٿا گوارا ڪريو. نياز کلي وراڻيو: ”هيءَ سدا سهاڳڻ چوندي آهي ته آءٌ پٽي جي نانگ ٿا آهيان ۽ هوءَ منهنجي ماسي. فلاڻي جو ٻُڻ آهي جيڪا بمبئيءَ ۾

منهنجي ماءُ سان گڏ مشهور فلم ايڪٽر نرگس جي ماءُ جِدن بائي وٽ رهندي هئي.“ ان ڪولهڻ کي قدرت واندڪائيءَ ۾ ويهي ناهيو هو. جوائر جي ڪاني جهڙو سڌو قد، ماسيرو جسم، پگهريل سون جهڙو رنگ، اريل ڳاڙهي جهڙا ڳل، ڪينجهر جهڙيون وڏيون ۽ گهريون اکيون، هرڻيءَ جهڙي چال ۽ ڪونج جهڙي ڏگهي ڳچي. جڏهن خماريل نيڻ کڻي نهاريندي هئي ته هوش، ايمان ۽ عقل ٽئي موڪلائي ويندا هئا. مائي هر وقت نياز صاحب جي گهر ايندي ويندي رهندي هئي. سندس چوڻ هو ته هوءَ ڪنهن وقت سٺو ڳائيندي هئي، پر جڏهن اسان کيس ڏٺو تڏهن هوءَ پاڻ سانگيءَ جو غزل لڳندي هئي ۽ سندس جسم جو هر عضوو موسيقيءَ جي مندر تان محسوس ٿيندو هو، پر سندس آواز ذري گهٽ مير علي احمد ٽالپر جي آواز جهڙو ٿي ويو هو، سندس خرچ پريندڙ مهاجر ٺيڪيدار قد ۾ بونو، بُت ۾ خان قيوم ۽ رنگ ۾ عيدي امين جهڙو هو. مائيءَ نياز ۾ ڏاڍي دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي، پر نياز صاحب باوجود شاعر هجڻ جي چاهيندو هو ته اهي ماڻهوءَ پاڙو ڇڏي وڃن ته چڱو. بس اهو هو انهيءَ وچ ۾ انهيءَ مائي جي ڀي پيڻ، جيڪا بازار حسن ۾ ويٺل هئي ۽ بقول سندس ته اتي موسيقيءَ جي تعليم پئي ورتائين اُن به فليٽ نمبر 12 ۾ ڪنهن نه ڪنهن ماڻهوءَ سان اچڻ شروع ڪيو. اها ڇوري به سراپا جنس هئي. سندس جسم جي بيهڪ، بناوٽ، رنگ روپ، چال ڍال، هر شيءِ مان جنس جي باهه ڀڀيون پئي ڏينيدي هئي. اهوسلسلو ڪجهه وقت هليو ته وڏي پيڻ کي نياز انهيءَ ڳالهه تي تيار ڪيو ته تون جنهن ماڻهوءَ وٽ

ويٺل آهين، انهيءَ سان شادي ڪري صاف زندگي گذار ۽ پنهنجي پيٽ کي به ڪنهن شينهن جي ڪلهي چاڙهي ڇڏ. اوهين ٿر چايون آهيو، جنهن ٿر جي هڪ ڪردار مارئيءَ، پوري سنڌي ادب کي مالا مال ڪري ڇڏيو آهي. انهيءَ پُونُ جون نياڻيون هيئن جسم وڪڻنديون رهن ته اها بُڏي مرڻ جي جاءِ آهي. آءٌ اوهان کي جڏهن ڏسندو آهيان ان وقت مون کي روپلو ڪولهي ياد ايندو آهي ۽ آءٌ محسوس ڪندو آهيان، ڄڻ اهو چئي رهيو هو، ”مون انگريز سامراج سان وڙهندي جان ان لاءِ ته ڪانه ڏني هئي، جو منهنجون هم قبيلي نياڻيون عصمت وڪڻنديون رهن.“ ۽ پوءِ ان مائيءَ کي روپلي ۽ اُن جي گهر واريءَ جي قومي غيرت سان ڀرپور ڳالهه ٻڌائيندو هو. مائي انهيءَ ڳالهه ۾ اچي انهيءَ پناهگير سان شادي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وئي ۽ هُن پاسي اهو پناهگير به تيار ٿي ويو. انهن ٻنهيءَ ڄڻن بازار حسن واريءَ چوڪريءَ کي اعتماد ۾ وٺڻ لاءِ نياز واري سموري صلاح ٻڌائي، جنهن ان ڪري دلال سان ذڪر ڪيو ۽ چيو ته ساري شرارت انهيءَ مٿي ڦريل شاعر جي آهي. بس پوءِ اهو ڪولهي پڙون جي پوري فوج سميت نياز جو دشمن ٿي پيو. روز مختلف قسم جون ڌمڪيون ۽ دڙڪا ڏيڻ لڳا پر هن کي هڪ ڏينهن جيئن ئي نياز آفيس وڃڻ لاءِ ڏاڪڻ لهي رهيو هو ته سامهون اهو پڙوو ايندو نظر آيو. نياز نڪا ڪئي هم نه تم. لاهيندي پادر شروع ٿي ويو. بوٽ جي ٺٺڻ جو انديشو ٿيو ته اهو ڇڏي مڪن، لتن ٺوشن ۽ چماٽن سان هٿي سڄائي رکيائين. هن جي رڙ ته بچايو، بچايو، وارو ڪريو. مون کي قتل ٿو ڪري.

پر سندس رڙين تي ڪتي به ڪا نه پونڪي. سواءِ هيٺ ويٺل مينهن جهڙي ڪاري رنڊيءَ جي ان بج جڏهن ڏنو ته پڙوي جي مرمت نياز پيو ڪري سا به سهڪندي وجي پنهنجي ڪڏڙي ۾ ويٺي. آخر خبر پئي ته ڪجھ ڏينهن بعد فليٽ 12 خالي ٿي ويو آهي. نياز صاحب پنهنجي مڙسيءَ ۽ همت سان پنهنجو پاڙو ته پاڪ ڪيو، پر اسان بئي هڪ سهڻي صورت ڏسڻ کان محروم ٿي وياسين، جنهن جو جسم سانگيءَ جي غزل جي تصوير هئي ۽ جنهن جي هر عضوي مان نيم ڪلاسيڪيءَ موسيقيءَ جون مڌر ڌنون نڪري ويو منڊل کي وجد ۾ آڻي ڇڏينديون هيون.

يوسف ٽالپر جي پاءُ جي شادي جي موقعي تي نياز جي هنگامه آرائي به هڪ يادگار واقعو آهي. يوسف ٽالپور جي پاءُ جي شادي هجي، جنهن ۾ ساري سنڌ جي معزز ماڻهن کي دعوت ڏني وئي هئي. حيدرآباد جو ڊي. سي ۽ ايس. پي، ڊي. آءِ. جي. سنڌ، سنڌ اسيمبليءَ جا ميمبر وغيره موجود هئا. موسيقيءَ جي محفل ۾ فقير عبدالغفور کان فرمائش ڪئي وئي ته اياز جي مشهور وائي ”سنڌڙيءَ کي سر ڪير نه ڏيندو ٻڌائي. فقير عبدالغفور وائي ڳائيندي وچ ۾ آفيسرن ۽ ميمبرن کي خوش ڪرڻ لاءِ پنهنجي طرفان وڌايو ته: ”سنڌڙيءَ کي سر ڪير نه ڏيندو ادا پاڪستان کي سير ڪير نه ڏيندو.“ عبدالغفور جو ايترو چوڻ ۽ نياز جو مچرجڻ. ”بس ڪر دلا! لنگهن کي ڪهڙي خبر قومي شاعريءَ جي؟ تون ڪٿان جو تان سين آيو آهين، اسان جي شاعريءَ کي بگاڙڻ وارو؟ بند ڪر ڪلام نه ته....... آفيسرن

ڪي خوش ڪرڻو هئي ته ڪا رنڊي يا ناچو ڇورو گڏ وٺي اچين ها!“ ماڻهو سڀ حيران ۽ پريشان، نياز پنهنجي دنيا ۾ مست. نيٺ فقير عبدالغفور ڪان ڪلام ختم ڪرايو ويو. جيتوڻيڪ ان وقت نياز ۽ اياز پاڻ ۾ ڪو نه ٺهندا هئا، تڏهن به نياز جو اٿي ......... اهڙي شاعري سچي سنڌي عوام ملڪيت آهي.

ملڪ ۾ مارشل لا لڳڻ کان پوءِ جاين جي مالڪن، مارشل لا جي نام نهاد سختيءَ جو فائدو وٺي، مسواڙين کي تنگ ڪرڻ شروع ڪيو. نياز همايوني حسن علي منيشن جي هڪ فليٽ ۾ مسواڙ تي رهندو هو. اها منيشن اصل ۾ هڪڙي ميمڻ سيٺ جي هئي، جنهن ڪنهڻ سيد کي وڪڻي ڏني. بلڊنگ جيئن ته ڪنهن نام نهاد شرافت واري جاءِ تي ڪا نه هئي، ان ڪري ابتدا ۾ ان جي فليٽن جي مسواڙ ڏاڍي سستي هئي. يعني ٻن ڪمرن جو فليٽ باٿ روم، ليٽرين، پاڻيم بجلي ۽ بورچيخاني سميت اسي روپيا ماهوار مسواڙ ۾ مليو ٿي. نياز ۽ ڪن ٻين ماڻهن اهي فليٽ مسواڙي ورتا، جيڪي لڳاتار سندس قبضي ۾ رهندا پئي آيا. جڏهن مالڪ تبديل ٿيو ته نئين سيد مالڪ چاهيو ته بلڊنگ نشي جي واپارين ۽ ڳائڻين کي ڳريني مسواڙن تي ڏني وڃي. انهيءَ لاءِ سيد سڳوري اڳ ۾ وڪيل جي معرفت مسواڙين کي نوٽيس ڏياريا ۽ پوءِ ناجائز قبضي خلاف ڪورٽ ۾ ويو. ڪورٽ سيني مسواڙين جي خلاف فيصلو ڏنو، سواءِ نياز همايوني جي. سيد سڳوري مٿئين ڪورٽ ۾ اپيل ڪرڻ سان گڏ، ڏاڍ مڙسيءَ جو مظاهرو شروع ڪيو. هيڏانهن نياز همايونيءَ به صفا ڏندي تي لهي

آيو، سيد سڳوري وچي ڪن غندن جي سردارن سان لاڳاپو قائم ڪيو ۽ ان سان گڏ پاڻي ۽ بجلي به بند ڪيائين، پاڻي ۽ بجلي جو حل ته نياز صاحب هڪدم ڳولي ڪڍيو، باقي غندن سان نبرڻ لاءِ سواءِ هڪ ڏنبي ۽ ڪهاڙيءَ جي ڪو به انتظام نه ڪيائين ۽ نه وري مدد لاءِ ڪن دوستن سان رابطو ئي قائم ڪيائين. جڏهن اسان کي خبر پئي تڏهن مون ۽ سنڌ يونيورسٽي شاگردن سنگت جي صدر جناب غلام شبير لاکي کيس مدد ڪرڻ جي آڇ ڪئي، پر ٽاري ڇڏيائين ته جڏهن ضرورت پئي تڏهن توهان کي چوندس. هڪ ڏينهن اتفاق سان شاهه صاحب به پاڻي ۽ بجلي بند ڪرڻ لاءِ ان وقت اچي نڪتو، جڏهن نياز اجا آفيس کو نه ويو هو. شاهه تي نياز جي نظر پئي جڻ ڏينهن جي ماناري ۾ ڪڙو لڳي ويو. گوڏ ۽ گنجي پاتل ڏنبو هٿ ۾ اچيو ٺو شاهه جي پٺيان پوي. ”متان ويو آهين، ايراني تخم! تنهنجي ته......“ هاڻي حالت هيءَ جو شاهه اڳيان نياز پٺيان، اچي مياڻي روڊ تي نڪتا. جتان سيد سڳوري مارڪيٽ ٺاڻي جو گس ورتو. بس اهو ڏينهن ٿيو وري شاهه نياز جي غير موجودگيءَ ۾ وري پاڻي ۽ بجلي بند ڪرڻ کو نه آيو. البته ڪيس ۽ ڪائونٽر ڪيس هلندا رهيا. جيتوڻيڪ نياز يڪي سر بهادر مڙس ٿيو منهن ڏيو ويٺو هو، پر پوءِ به سنڌ ۾ روزانه برستي ڏيڏرن وانگر پيدا ٿيندڙ ثقافتي، تهذيبي ۽ ادبي انجمنن مان ڪنهن هڪ به سندس اخلاقي مدد ڪا نه ڪئي. توڙي جو نياز همايوني اڪيلي سر پنهنجي فڪر ۽ فن ذريعي انهن سڀني جماعتن جي ميمبرن جي گڏيل اهليت ۽ صلاحيت کان مٿي آهي. شايد انهن

جماعتن جي ڪوتاهه قامت دانشورن ۽ فنڪارن کي نياز جي اها بي نيازي ئي نه وڻندي هجي. آءٌ سوچيندو آهيان، هڙي بي نياز ماڻهوءَ پنهنجو تخلص نياز ڪيئن رکيو؟

نياز جو ضد به پنهنجي سختيءَ ۽ شدت جي ڪري پنهنجو مٽ پاڻ آهي. هن جيڪڏهن هڪ ڀيرو ڪنهن شيءِ کان انڪار ڪيو ته پوءِ دنيا جي ڪا به طاقت کيس اقرار ڪرڻ تي آماده نه ٿي ڪري سگهي؛ پوءِ انهيءَ انڪار جي ڪري کيس کڻي ڪيڏو ۽ ڪيترو نقصان برداشت ڇو نه ڪرڻو پوي ۽ اهو نقصان مالي هجي يا دوستن جي ناراضگيءَ جي صورت ۾. سمجهان ٿو، 1973ع ۾ سائين جي. ايم. سيد جي سالگرهه جو جلسو ’پرڳڙي هائوس‘ حيدرآباد ۾ ٿيو هو، جنهن ۾ ڪجهه اهڙا ماڻهو شريڪ هئا، جن کي نياز ذهني طرح سخت نفرت جي نظر سان ڏسندو هو. جڏهن نياز جلسي گاهه ۾ پهتو ۽ سندس نظر انهن ماڻهن تي پئي ته فوراً واپس وريو. جيئي سنڌ جي ڪارڪنن کيس ڏاڍيون منٿون ميڙيون، پٽڪا پلاند ڪيا ته سائين مهرباني ڪري ويهو، سيد جي سالگرهه جو بائيڪاٽ نه ڪريو، پر ٻيو ٿوي خير! نياز نه مڙيو هليو ويو. اهو ڏينهن اڄوڪو ڏينهن جيئي سنڌ يا ٻئي ڪنهن تنظيم جي جلسي يا گڏجاڻي ۾ شريڪ ٿيڻ جو سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي. سواءِ ڪنهن اهڙيءَ گڏجاڻيءَ جي جنهن ۾ سائين خود موجود هجي. اهڙي هڪڙي گڏجاڻي نور محمد هاءِ اسڪول جي گرائونڊ ۾ ٿي، سائين جي. ايم. سيد صدارت ڪري رهيو هو. نياز به وڃي شريڪ ٿيو. پٺي صاحب جو ابتدائي دور هجي. سنڌ جا سمورا دستار

بند اديب يا پنهنجن پرن ۾ گهڙي ويهي رهيا هئا يا پيپلزپارٽيءَ جي جهولي ۾ ائين وڃي ڪريا هئا، جيئن جوانيءَ جي جوش ۾ جلندڙ حسن، عشق جي بي تاب پاڪرن ۾ ڪرندو آهي. اهڙي دور ۾ سائين جي. ايم. سيد 4 مارچ جي جلسي جي صدارت لاءِ مسلم هاسٽل جي گرائونڊ ۾ بندوقن ۽ ڪهاڙين جي سلاسيءَ ۾ پهتو. هزارها ماڻهن جي موجودگي ۾ نياز، عبدالرحمان عالماڻي مرحوم ۽ آءٌ به وڃي پهتاسين. نوجوانن جو نياز کي ڏٺو، سو وٺي شور ڪيائون ته نياز اسٽيج تي اچي شعر پڙهي. نياز اسٽيج تي ويو ۽ پنهنجو مشهور نظم:

”تنهنجو عشق اتاهون، سائين هر جابر جي ذات اڳيان.
تنهنجو ڪنڌ جهڪڻ جو ناهي، ڪنهن پي لات سنات اڳيان.!

ڏاڍي سوز ۽ ترنم سان پڙهيو، پوءِ شعر مٿان شعر جون فرمائشون ٿينديون ويون، نياز پڙهندو رهيو. لکن جو هجوم، اسٽيج تي سيد جي موجودگي، نياز کي بيخود ۽ مست بنائي ڇڏيو. هو هر خطري ۽ خوف کان بي نياز، پورو ڪلاڪ شعر پڙهي اسٽيج تان هيٺ لٿو. ٻئي ڏينهن صبح جو اخبار عبرت ۾ فوٽو ڇپيو. جي. ايم. سيد، ظفر علي شاهه، نياز همايوني، يوسف لغاري ۽ حفيظ قريشي چوٿين مارچ جي جلسي کي خطاب ڪري رهيا آهن. انهيءَ سلسلي ۾ نياز جي بالا عملدارن لاهور کان انڪوائري آفيسر موڪليو. انڪوائري آفيسر کي نياز جو هڪ ئي جواب هو ته: ”آءٌ نوڪري ڇڏي سگهان ٿو پر سيد

سان ناتو ٿوڙي نه ٿو سگهان.“ نيٺ گهٽي ريڙهه پيڙهه کان پوءِ اها انڪوائري ختم ڪئي وئي، پر نياز پنهنجي مؤقف تان نه هٽيو. نياز اصل ڇهه وني هن ملڪ جي مجازي خدائن کي ڪو نه مڃي. پيو ته ٺهيو پر انهن مان هڪ مجازي خدا جي تصوير لاءِ نياز کيس ڏاڍا زور پريا ويا ته سندس تصوير پنهنجي آفيس ۾ ٽنگي ڇڏ، نياز ٺُپَ جواب ڏنو ته مون اوقات نوڪريءَ جو معاهدو ضرور ڪيو هو پر ان ڪڙي ڪم جو ڪڏهن به اقرار ڪون ڪيو هئم ان ڪري ماٺ رهو ته واهه، نه ته نوڪري جي ٺوڪري اوهان کي آئي.... اسان ائين چڱا آهيون.

شيخ اياز سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر ٿي آيو، هن پنهنجن ڪن ناعاقبت انديشن صلاحڪارن جي چوڻ ۾ اچي، اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي شاگردن ۽ همدردن خلاف وٺ پڪڙ لائي ڏني. ڪيترن کي گرفتار ڪرايو ويو، ڪيترا شاگرد يونيورسٽيءَ ۾ پڙهڻ کان نااهل قرار ڏئي ڪڍيا ويا. اياز جي انهن لاعاقبت انديش قدمن خلاف جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جوابي احتجاج شروع ڪيو. اياز جي حمايت ۾ سنڌ جي اديبن شاگردن جي مذمت ۾ هڪ بيان جاري ڪيو. اهو بيان مختلف اديبن جي صحيحن سان سينگاريو، نياز همايونيءَ وٽ پهتو. نياز صحيح ڪرڻ کان عظمتي انڪار ڪري ڇڏيو. چئي: ”اهي شاگرد ئي آهن، جن هر دور ۾ سنڌ تي ٿيندڙ ظلمن جي خلاف بهادرانه جنگ ڪئي آهي. وڏي ڳالهه ته اهي شاگرد ئي ئي آهن، جن جي ڪلهن تي چڙهي ترقي پسند اديب اڄ هن منزل

تي پهتا آهن، انهن اديبن کي شاگردن جي مذمت ۾ بيان ڏيندي شرم اچڻ گهرجي. اهي شاگرد سنڌ جي هن دور جي تاريخ جو انتهائي روشن باب آهن. اهي شاگرد ئي آهن، جن جي لاءِ مون چيو هو:

هن ڌرتيءَ جا دودا جاڳيا، جاڳيو دريا خان وري!
هن ڌرتيءَ جي مٽي لهندي، مرڪي پنهنجو مان وري!

يا خود اياز به چيو هو:
ڳاڙها ڳڀرو سنڌ جا، تون ئي منهنجو خواب،
تون ئي آنهه جواب، صدين جي سوال جو.

انهن شاگردن کي ننڌڻ بجاءِ سنڌي اديبن کي ٻڌي مرڻ کپي. اهو بيان نياز جو گهرو دوست حميد سنڌي ڪٺي آيو هو. ها، روح رهاڻ وارو، ”حميد سنڌي“ ۽ هن دور جو ”عبدالمحميد ميمڻ.“ اُن ويهن ئي ننهن جو زور لاتو، پر نياز کان صحيح نه وٺي سگهيو. اُن جو نتيجي طور يونيورسٽيءَ طرفان ڪجھ ڪتاب ايڊٽ ڪرڻ لاءِ نياز همايوني منتخب ٿيو هو، جيڪو بحم نياز کان واپس ورتو ويو. اهو هزارن روپين جو نقصان هن سٺو، پر پنهنجيءَ ڳالھ تان ڪو نه هٽيو. اياز جي اهڙيءَ طرح سنڌيالاجي طرفان نياز جي ڪتاب ”ساٿيھ جي ساک“ کي ملندڙ انعام رد ڪرائي نعيم دريشائيءَ جي ڪدن جهڙيءَ شاعريءَ جي ڪتاب ”انسان- اڻ انسان“ کي ڏنو ويو. اهو

عمل اياز ۽ نياز کي ڪٺي بيهاري ٿو، اهو فيصلو سنڌي جي ادبي تاريخ کي ڪرڙو آهي!

پڇي جو آخري دور هجي ملڪ ۾ هڪ عام ناراضگيءَ جي فضا پيدا ٿي چڪي هئي. سنڌ يونيورسٽيءَ جي شاگردن جو ڪافي تعداد جيلن ۾ بند هو. سنڌي ليڪڪن مان آءٌ، ابراهيم منشي ۽ طارق اشرف ٻن ٻن سالن کان جيل ۾ هئاسين. ان وقت سنڌ جي وڏي وزير غلام مصطفيٰ جتوئيءَ، سنڌ جي ڪن ”وٺڪ“ اديبن جي معرفت سنڌي اديبن کي چيف منسٽر هائوس ۾ اچي ساڻس ملي سنڌي اديبن جي مسئلن تي ڳالهائڻ جي دعوت ڏني. دعوت ڇا ملي، سنڌي اديب نئون نئون سوٽ سبائڻ لاءِ سنڌ يونيورسٽيءَ جون ڪجھ نينگريون جيڪي ٻه چار ڪهاڻيون ابتي گرامر ۾ لکي چوٽيءَ جو ليڪڪائون بنجي ويون هيون، موسم آهر ميڪ اپ جي سامان ۽ ساڙهين جي رنگن جي چونڊ ۾ لڳي ويون. انهيءَ سلسلي ۾ نياز جو گهرو دوست الطاف عباسي نياز وٽ ويو ته هن سرگس ۾ اوهان جو هلڻ تمام ضروري آهي. ڇو ته سنڌي اديبن جا تمام اهم مسئلا بحث هيٺ ايندا. اتي سڀني اديبن جو هڪ گڏيل آواز هجڻ ضروري آهي. انهيءَ ادبي سرڪس ۾ ڪنهن سنجيده ماڻهوءَ ۽ مسئلي جي ڪا به گنجائش ڪانهي. ان ڪري منهنجو هلڻ بيفائدو آهي. مون کي يقين آهي ته سڀئي اديب [پتلين سميت] جتوئي صاحب جي قيادت تي مڪمل اعتماد جو اظهار ڪندا ۽ منهنجي ذهن ۾ ان وقت خنجر ٿنبجي ويندا، جڏهن آءٌ ان ڪرسيءَ تي جتوئيءَ ”جهڙي ماڻهو“ کي ڏسندس، جنهن

ڪرسيءَ تي تاريخ جي هڪ دور ۾ انگريز سامراج جي اکين ۾ اکيون وجهي ڳالهائيندڙ شهيد سنڌ الهه بخش سومرو ويندو هو. منهنجي لاءِ اهڙي وفد ۾ شريڪ ٿيڻ ناممڪن آهي.“
نيٺ مقرر ڏينهن تي ادبي ڪاروان روانو ٿيو، بلڪل اهڙي طرح جهڙيءَ طرح ڀهراڙي جا ماڻهو ٻارن سميت پيرن جي زيارت لاءِ روانا ٿيندا آهن. اتي سنڌي اديبن ڪهڙي ڪهڙي گوهر افشاني ڪئي اُن جي اپٽار نه ڪرڻ ئي بهتر آهي. جيل مان آزاد ٿيڻ کان پوءِ مون کي سنڌيالاجيءَ واري عبدالقادر جوڻيجي ٻڌايو ته سنڌي اديبن جي مسئلن تي يونيورسٽيءَ جي هڪ مائيءَ ليلا بانا، ڳالهايو، باقي سڀ جتوئي صاحب جي خطابت ۽ انتظام جي ساراهه ڪندا رهيا. موٽ ۾ ڪن کي ڪارن جون پرمٽون مليون، ڪن جي ميڪ اپ جي ساراهه ٿي، ڪن کان پڇيو ويو ته توهان وري اديب ڪيئن ٿيو؟ اهڙيءَ ريت ٽين دنيا جي ”باضمير“ اديبن جو قافلو خير سان ڪٽي واپس موٽيو. باقي سائين سان اها حالت ڪيائون جيڪا حالت واسي گڏهه سگرن سان ڪندو آهي. نياز سان منهنجا تعلقات هميشه نيازمندانه رهيا آهن ۽ آءٌ سندس ذري گهٽ گهر ڀاتي آهيان، پر ڪڏهن ڪڏهن منهنجي باري ۾ به اهڙو برتاءَ ڪندو آهي، جو حيرت ٿيندي آهي. مون پنهنجو ڪتاب ”قومي تحريڪ“ سندس نالي منسوب ڪيو آهي. انهيءَ ڪتاب جي ڇپائي کان ترت پوءِ شيخ مجيب الرحمان جي ورسيءَ جي صدارت ڪرڻ جي ڏوهه ۾ مون تي وارنٽ نڪتا. آءٌ ان وقت عيد جي ڪري ڳوٺ ويل هوس. پوليس مون کي ڳولڻ لاءِ نياز وٽ پهتي.

انهيءَ ڳالھ منهنجي خلاف سندس دل ۾ ڪٽر ويهاري چڙهيو. خير مون
کي روپوش ڪو نه ٿيڻو هو، ان ڪري 28 آگسٽ 1979ع تي دادو
شهر ۾ ان وقت گرفتار ٿي پيس، جڏهن آءٌ لطيف ڏينهن ۾ شريڪ ٿيڻ
لاءِ وڃي رهيو هوس.

گرفتاريءَ کان پوءِ مون کي سٽي لاڪ اپ ۾ ڪافي ڏينهن
رکڻ کان پوءِ سينٽرل جيل حيدرآباد موڪليو ويو. انهيءَ سموري
عرصي دوران منهنجن ذاتي دوستن کي خبر نه پئجي سگهي ته آءٌ
ڪٿي ۽ ڪهڙي حال ۾ آهيان. هڪ ڏينهن منهنجو پيارو دوست خالق،
نياز موٽ اچي نڪتو ته منهنجي باري ۾ معلومات حاصل ڪري.
خالق جو منهنجي باري ۾ پڇڻ ۽ نياز جو گرم ٿيڻ: ”منهنجو گهر ڪو
ٿاڻو يا جيل آهي، جو آريسر جو هتي پڇڻ آيا آهيو. مون کي خبر ناهي
ته آريسر ڪٿي آهي.“ ڪجھ ڏينهن کان پوءِ جيل مان مون نياز ڏانهن
خط لکيو ته ته ڏاڍو قربائتو جواب مليو، جهڙو ڪر ڪڏهن عرسو
ئي ٿيو ڪو نه هو، پر خالق سان آءٌ جڏهن به ان واقعي کان پوءِ نياز
جو ذڪر ڪندو آهيان ته سندس ”موڊ آف ٿي ويندو آهي.“ جڏهن آءٌ
بيمار ٿي ڄامشوري اسپتال ۾ داخل ٿيس ۽ نياز صاحب شفقت ڪري
نه صرف مون وٽ آيو، پر وس پڄندي هڙان وڙان منهنجي ڪافي
خدمت به ڪيائين.

تن ڏينهن ۾ مسڪين جهان خان کوسو به اسپتال داخل هيو ۽
منهنجي پر سان ڪمرو مليل هوس. هڪ ڏينهن نياز منهنجي خراج
پرس لاءِ وڪيورتي آيو ڪجھ دير مون سان ڳالهايون ڪري وري

مسڪين جي ڪمري ڏانهن ويو. مسڪين بلڪل بي سُڌ پيو هو. نياز پنجاهه رپيا ڪڍي نعري ويهائي هيتال رکي ٻاهر نڪتو ۽ در تي بيٺل پوليس وارن کي چانهن پاڻي لاءِ ڪجهه ڏئي هليو ويو. جڏهن وجي سوزوڪي تي چڙهيو ته پاڙي لاءِ کيسي ۾ هٿ وڌو ائين ته وٺس پئسو ڪو نه بچيو. هو تنهن ڪري سوزوڪي مان لهي پنڌ پيو ۽ ڄامشوري کان وٺي حيدرآباد تائين پنڌ هليو ويو، ليڪن ڏهه قدم واپس ٿي اسپتال پهچي ورهه کان پاڙي جا پئسا گهرڻ گوارا نه ڪيائين.

نياز صاحب تي لکڻ وينس ۽ خيال هو ته صرف ڪي ڳالهيون لکي ٻئي درويش جو ذڪر ڪندس پر جيئن جيئن لکندو رهيس تيئن تيئن حافظي جون ڳنڍيون کلنديون رهيون. پر پوءِ به سندس نجي زندگيءَ جا ڪيترا ئي پهلو ۽ مزاحيه انداز رهجي ويا آهن، باقي سندس ادبي علمي ۽ شاعرانه حيثيت تي تبصرو يا خيال آرائي هن موضوع کان ئي ٻاهر آهي. جنهن تي ڪنهن ٻئي پيري لکندس.

پنجـڪام

پنجون ڪام

## پيو درويش
## محمد صالح عاجز

---

## عبدالواحد آريسر
## نئين دور جا نوان چار درويش
## پيو درويش
## ’محمد صالح عاجز‘

منهنجي سامهون هڪ اهڙي شخصيت آهي، جنهن جي زندگيءَ جو هر پهلو بيشمار داستانن حقن، ڪارنامن ۽ واقعن سان پرپور آهي. سنڌي سماج جي اها ڪهڙي شاخ ڪهڙو گوشو ۽ ڪهڙو حصو آهي، جنهن تي ان شخصيت کي ماهرانه ۽ عالمانه عبور حاصل نه رهيو هجي، وڏي ڳالهه ته آءٌ پنهنجي بيڪار يا ڪارآمد مشغولين جي ڪري سنڌس زندگي جي ڪنهن به پهلو کان پوري ريت واقف ناهيان. مون جڏهن به سنڌس زندگي بابت ڪانئس ڪجھ معلوم ڪرڻ

جي ڪوشش ڪئي آهي ته ائين محسوس ڪيو اٿم ته چڻ سانوڻي جو سنڌو پنهنجي پرپور رواني‌ءَ سان اٿلي پيو آهي ۽ آءٌ ان پاڻي مان ڪي به قطرا حاصل ڪري نه سگهيو آهيان. سنڌ جي تاريخ جو ذڪر نڪري ته چڻ روپلي ڪولهي جي ڪاتر سرڙاٽ ڪندي نڪري اڏامندي پئي وڃي ۽ ڪيس جهڻڻ جي مون جهڙي ماڻهو ۾ ڪا به سگهه ناهي. اها شخصيت جڏهن سنڌ جي تاريخ متعلق ڳالهيندي آهي ته چڻ سموري سنڌ پنهنجي رت هاڻي گلابي وجود سان ڪنهن ڪنوار وانگر ٿلندي پئي وڃي، هو تاريخ تي ڇپيل ڪتابن تي جڏهن تنقيدي نقطه نظر وجهندو آهي ته ڪن پل ۾ وڏن وڏن دستاربند تاريخ نويسن جا چوڏا لاهي وجهندو آهي. هو سنڌي ادب تي ڳالهائيندو آهي ته موهن جي دڙي ڪان وٺي هن وقت تائين جي ادبي اوسر جي شاندار قلعي جي هر سر توهان جي سامهون ڪولي رکندو آهي. جاگرافيءَ تي ايندو آهي ته سنڌ جي هر ڳوٺ گس، گهيڙ، واٽر ڪورس، شاخ، واه، روڊ ۽ واٽ جي تفصيل سان گڏ هر ڳوٺ ۾ رهندڙ ذاتين، پاڙن ۽ پاڙن جي چڱن مڙسن، انهن جاين سان لاڳاپيل تاريخي واقعن ۽ روايتن جا ڍير لڳائي ڇڏيندو آهي. انگريز سامراج خلاف جنگ آزاديءَ جو تفصيل ۽ تذڪرو نڪتو ته سندس وات مان گلاب جا گل جهڙندا آهن ۽ پوري تاريخ پنهنجن سمورن نعره، احتجاجن جهنڊن، هڙتالن، مظاهرن ۽ انتخابي مترڪن سميت اوهان جي اڳيان فلم جي ريل وانگر ڦرندي نظر ايندي. آزاديءَ جي جنگ متعلق جيڪو مواد انهيءَ شخص جي ذهن ۾ آهي، اوترو پاڪستان جي ڪنهن لائبريريءَ

۾ به شايد هجي. اهو شخص تاريخ، جاگرافي ۽ ادب جو عالم آهي. جنگ آزاديءَ جو سرفروش مجاهد آهي. سنڌي سماجي ساخت جي خبرن جو سائنسدان آهي. دوربين آهي. اصولن تي سرڏيندڙ، سر بلند سنڌ جي شاندار روايتن جو امين آهي، بهترين دوست، هٺ جو ڪليل، پنهنجي حال ۾ مست، پنهنجي درويشيءَ تي هزارها بادشاهين کي قربان ڪندڙ آهي. ماضيءَ جي حسين ۽ تلخ يادن جو مجسمو آهي، جيڪو ماضيءَ جو لاش ڪهي تي ڪٽي ان لاش جي سهاري زندگي گهاريندڙ آهي. جنهن ڏينهن شعور جي سرحد ۾ پير پاتائين، ان ڏينهن کان وٺي هڪ اصول، هڪ نظريي ۽ هڪ عقيدي تي قائم رهندو پيو اچي. حالتون بدلجنديون رهن، حڪومتون ٺهنديون ۽ ڊهنديون رهن، ضابطا ۽ اخلاف جڙندا ۽ اجڙندا رهن، پر نه بدلي ته سندس طبيعت نه بدلي ته مٽيا ته سندس اصول نه مٽيا نه ويئي ته ياد، ماضي نه ويئي، نه ختم ٿي ته هن سرزمين ۽ ان جي ماڻهن سان سندس محبت ختم نه ٿي. پئسن جا مينهن وسندا رهن، پر مٿن جون نديون وهنديون رهن، دولت جا مار خان لڳندا رهن پر سندس ذهن ۽ ضمير کي ڪو به لوڏو نه ايندو. کيس خالي، پيٽ بکيو، ڪنهن رستي روڊ تان جاوهر جيڪٽ، مختصر ڏاڙهي، پوري پني بدن ڪليل، پيشاني ۽ تيز نگاهن سان سموري ماحول تي اداسائي ۽ حسرت سان نظر وجهندڙ، اهو آهي محمد صالح عاجز! سندس شخصيت ايتري ته گهڻ طرفي آهي جو آءٌ لکان ته ڪهڙي پهلو تي لکان. مون جڏهن به ڪانئس ڪنهن طويل انٽرويو لاءِ وقت گهريو آهي ته ڪو نه ڪو بهانو ڪري ٽاري

چڏيندو آهي، ته اسان ماضي جا ڪتبا آهيون، اسان کي پڙهڻ مان توهان کي سواءِ عبرت جي ڪجھ حاصل نه ٿيندو. اهڙيءَ ريت هو نه پاڻ ڪجھ لکي ٿو ۽ نه وري ٻئي ڪنهن کي لکڻ جو موقعو ٿو فراهم ڪري، هڪ بي بها خزانو آهي، جيڪو سندس سيني ۾ دفن ٿيل آهي. ڪاش اهو ظاهر ٿي پوي.

منهنجي ساڻس ملاقات ڪڏهن ۽ ڪهڙي حالت ۾ ٿي ان باري ۾ به ڪجھ چئي نه ٿو سگهان. البته ايترو ياد اٿم ته جڏهن آءٌ پهرين مدرسي پينڊي مان ان ڪري نڪتس جو، منهنجا ذهني لاڙا ٺيڪ نه هئا، جيڪي مدرسي وارن کي نه وڻندا هئا. مون تي ننڍي هوندي کان ئي سياست جو رنگ غالب هو ۽ مدرسي پينڊي ۾ سياست ته ڇڏيو، پر اخبار جي داخلا تي ائين بندش هئي، جيئن سعودي عربيا ۾ ڪنهن سياسي ڪتاب جي داخلا تي بندش. پينڊي مان نڪرڻ کان پوءِ آءٌ ته سجاول ويس، انهيءَ عرصي دوران 1965ع جي جنگ شروع ٿي چڪي هئي. مون مدرسي جي شاندار دارا حديث ۾ عالمن ۽ شاگردن جي موجودگيءَ ۾ جنگ ڇيڙڻ جو ڏوھ ايوب خان ۽ پٺي تي مڙهيو ۽ جنگ ۾ ڪنهن به قسم جي تعاون کي ناجائز ۽ حرام قرار ڏنو. ان جا ٻه سبب هئا (1) هڪ ته آءٌ جذباتي طرح جواهر لال، ابو الڪلام ۽ گانڌي جو پوئلڳ ٿي چڪو هوس. ان ڪري انهن جي ملڪ سان جنگ ٺيڪ نه ٿي سمجهيم، (2) آءٌ انهن ڏاهن کي پڙهڻ جي ڪري آمريت جي هر شڪل ۽ صورت جو دشمن بنجي ويو هوس ۽ پاڪستان ۾ ان وقت هڪ چٽي آمريت پنهنجي مڪمل اگهاڙي روپ

۾ موجود هئي. منهنجو خيال هو ته پاڪستان جي عوام کي پهرين
ايوب خان سان ۽ پوءِ شاستريءَ سان وڙهڻ گهرجي؛ جيئن امام حسين
صه يزيد جي موجودگيءَ ۾ پهرين يزيد سان وڙهيو هو، چو ته سندس
خيال ۾ ڪنهن ننگي آمريت جي موجودگيءَ ۾ ان آمريت طرفان
ڇيڙيل جنگ نه عوام لاءِ مفيد هوندي آهي ۽ نه وري ان سان اسلام
کي ئي فائدو پهچي سگهي ٿو. هن وقت ۾ آءٌ نه صرف باقاعدي فوجن
طرفان ڇيڙيل جنگ جي هر شڪل کي عوام ۽ ملڪ لاءِ هاڃيڪار
سمجهان ٿو، پر پوري دنيا مان فوجي اداري کي ختم ڪرڻ جو حامي
آهيان.

مدرسي ۾ موجود عالمن ۽ شاگردن مان ڪنهن هڪ به منهنجي ڳالهه
جو جواب ڏيئي، مون کي قائل ڪرڻ جي ڪوشش ڪا نه ڪئي،
ائين الٽو مون کي مدرسي مان ڪڍيو ويو، مدرسي پينڊي مان بي
سرو ساماني جي حالت ۾ آءٌ ڳوٺ مولوي عبدالحئي نوحاڻي واري
ڪنگوري تعلقي ڏگهڙي ضلعي ٿرپارڪر ۾ پهتس. اتي مون کي
نصابي يا درسي ڪتابن کان سواءِ برصغير جي آزاديءَ جي جدوجهد
تي بيشمار مراد پڙهڻ لاءِ مليو ۽ مولانا حاجي محمد خان نوحاڻيءَ
جي صحبت ۾ تحريڪ آزاديءَ جي بيشمار شخصيتن، ماڻهن ۽
تحريڪن جي باري ۾ معلومات به ملي، ڇو ته ليگ ۽ ڪانگريس
جي فيصلي ڪن معرڪن وقت پاڻ دارالعلوم ديوبند ۾ پڙهندو هو.
سنڌ جي جن شخصيتن ۽ پرجوش مجاهدن جي باري ۾ مون ڪانئس
ٻڌو، تن مان به محمد صالح هئا، هڪ محمد صالح چانڊيو، جيڪو

پنهنجي بي مثال ذهانت جي ڪري پهرين اسلام ڪان باغي ٿيو، پوءِ قاديانيت اختيار ڪيائين؛ ۽ ان وقت ڪنريءَ جي پرپاسي ۾ پنهنجي ڳوٺڙي ۾ ٿي. بي جي آخري اسٽيج ۾ پهچي چڪو هو. ٻيو محمد صالح عاجز جنهن جي باري ۾ ڪيس خبر نه هئي ته هن وقت ڪٿي آهي، ۽ ڪهڙن حالتن ۾ زندگي گذاري رهيو آهي. محمد خان نوحاڻي صاحب ٿڌو ساهه پري چيو هو، ’هيءَ قوم ڏاڍي ناقدر شناس آهي، هتي انگريزن جا وفادار حڪومت ڪري رهيا آهن ۽ آزاديءَ جا مجاهد اي پي سي جي هڪ ڳوريءَ لاءِ محتاج آهن. هن قوم پنهنجن محسنن کي هميشه پيرن هيٺان لتاڙيو آهي ۽ قومي غدارن کي مٿي تي ويهاريو آهي. چئي، عطاءَ الله بخاري چوندو هو: ”مسلمانو! اوهان کي ڇا چوان؟ توهان ڏنڌي واري جي اڳيان ۽ پئسي واري جي پٺيان هوندا آهيو. تقرير منهنجي ٻڌو ٿا، بليچو مشرقيءَ جو کڻو ٿا ۽ ووٽ سڪندر حيات کي ڏيو ٿا. توهان جي جوش جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي، واچولن وانگر اٿندا آهيو، ساوڻ جي ڪڪرن وانگر وٺندا آهيو ۽ جن بت جي جهاڳ وانگر ويهي ويندا آهيو. هندو جيئرن کي پوڄيندا ۽ مردن کي ساڙيندا آهن، ۽ اوهان مسلمان جيئرن کي ساڙيندا ۽ مئلن کي پوڄيندا آهيو. حالانڪ جن انسانن کي اوهان جيئري تاريخ جي هر دور ۾ پئي ساڙيو آهي ۽ مئي پڄا ٿا پئي پوڄيو آهي، سي ان لائق هئا، جو جيئري سندن پوڄا ڪئي وڃي ها. اڄ اوهان جوش ۾ اچي جن انسانن کي پٿر هڻي رهيا آهيو، سي تاريخ جي ڪنهن به دور ۾ وري پيدا نه ٿيندا. اوهان چئو ٿا ته وري نبي پيدا ٿي سگهي ٿو پر آءٌ چوان ٿو تاريخ

۾ ابو الڪلام آزاد وري پيدا نه ٿو ٿي سگهي.“
ڪنهن جي ڳالهه وانگر هن فوج نه معلوم ڪيترن مجاهدن کي جيئري ساڙي ڇڏيو آهي، ۽ انهن جيئري سڙيلن ۾ ڪٿي محمد صالح عاجز جي سماڌي به هوندي، جيڪا شايد ڪنهن سائي وڻ جي ٿاري لاءِ به سڪندي هوندي. نوجوان صالح ۾ ڇا نه جذبو ۽ جوش هو! کهڙي نه ارادي جي پختگي ۽ پائيداري هئي! ڇا ته خطابت ۽ تقرير جي جادو بياني هئي! انگريز سامراجيت کي للڪاريندي ائين جيل هليو ويندو هو، جيئن هڪ ملهه ملي تي ويندو آهي، يا گهوٽ سيج ڏانهن وڃندو آهي.“

اهو هو پهريون غائبانه تعارف، جيڪو محمد صالح عاجز جي باري ۾ مون کي معلوم ٿيو، پر وڌيڪ خبر پئجي نه سگهي ته جيئرو آهي يا مري ويو. جيڪڏهن جيئرو آهي ته ڪٿي آهي ۽ ڇا پيو ڪري؟ سندس ذهني ۽ فڪري حالت ڇا آهي؟ اها نه مون کي خبر هئي ۽ نه وري مولوي محمد خان نوحاڻي ڪنگوري واري کي ئي خبر هئي. مولوي صاحب پاڻ سياست ڇڏي ڇڪو هو، چڱي خاصي زمينداري هٿ ڪري جوانيءَ جي محروميءَ جو پيريءَ ۾ ڪفارو ادا ڪري رهيو هو ۽ کيس سياست سان صرف ماضيءَ جي يادن کي ورجائڻ تائين دلچسپي هئي. هڪ ڀيرو چوڻ لڳو ته: ”جيتوڻيڪ اسان سڀ ڪانگريس ۾ هئاسون، پر پوءِ به اسان جي سنڌ جا مسلمان ذهني طرح ٻن ڌڙن ۾ ورهايل هئا. جيڪي گهڻو آزاد خيال، مذهب کي انسان جو ذاتي مسئلو سمجهندڙ ۽ متحده هندوستان جي آزاد حڪومت

۾ هڪ سيڪيولر جمهوري انتظام حڪومت جا حامي هئا، تن جو محبوب رهنما ابو الڪلام آزاد هو. محمد صالح جو تعلق انهيءَ ڏڙي سان هو، اهو ڏڙو سندن کي وڏيڪ ويجهو ڇا، انهن ۾ صفا مليل هو. بيا پڪا مذهبي آزاد سنڌجا حامي پر پنجاب سان ڪنهن حد تائين تعلق قائم رکڻ، ۽ آزاد سنڌ ۾ ولي الله جي فڪر تي مبني سوشلسٹ سماج جا طرفدار ۽ ڪنهن حد تائين هٿيار بند جدوجهد ۾ ايمان رکندڙ ۽ هڪ پارٽي حڪومت جا حمايتي هئا. سي مولانا عبيدالله سنڌيءَ جا پوئلڳ هئا. آءٌ انهن ۾ شامل هوس، سنڌ ۾ ابو الڪلامي مسلمان اقليت ۾ ۽ عبيدالله جا پوئلڳ اڪثريت ۾ هئا. عبيدالله سنڌي پورهيتن جي حڪومت جو حامي هو، پر آزاديءَ جي جنگ دوران انهيءَ مسئلي کي اپارڻ جي سخت مخالف هو. آءٌ عبيدالله سنڌيءَ جي زندگيءَ جا ٻه واقعا ٻڌايان ٿو، جن مان هڪ جو تعلق هٿياربند جدوجهد سان آهي ۽ ٻئي واقعي جو واسطو هاري زميندار مسئلي سان آهي. بمبئيءَ کان سنڌ جي عليحدگيءَ کان پوءِ ٻي وزارت شهيد سنڌ الله بخش سومري جي قيادت ۾ قائم ٿي. ان وقت ڪانگريس سنڌ جو صدر شايد ڊاڪٽر چوئٿرام گدواڻي هو. ٻنهيءَ جي گڏيل ڪوشش سان مولانا سنڌي 24 سالن جي جلاوطنيءَ کان پوءِ ڪراچيءَ جي بندرگاهه تي قدم رکيو. استقبال ڪندڙن ۾ سنڌ جو وزيراعظم الله بخش سومرو به موجود هو. هتي هڪ ڳالهه جي وضاحت ڪري ڇڏيان ته الله بخش ۽ جي. ايم. سيد بنيادي طرح عبيدالله سنڌيءَ جا حامي هئا، سواءِ پنجاب سان سنڌ جي تعلق ۽ هٿياربند جدوجهد جي، باقي قومي ۽ طبقاتي مسئلي، سنڌ

جي آزاد حڪومت ۾ سنڌ جي سياست ۾ آل انديا سياسي مسئلن جي مداخلت جي مخالفن جا ٽيڻي طرفدار هئا. جي. ايم. سيد جي مسلم ليگ ۾ شموليت هڪ جدا مسئلو آهي. ان وقت به ڪن جو چوڻ هو ته جي. ايم. سيد مسلم ليگ ۾ شامل ڪميونسٽ پارٽي جي هدايت تي ٿيو آهي. [سائين جي. ايم. سيد به اهو ئي ٻڌائيندو هو ته ڪيس مسلم ليگ ۾ ڪميونسٽن موڪليو هو.] مون کي اها خبر ڪانهي ته جي. ايم. سيد ڪميونسٽ پارٽي جو ميمبر هو يا نه، باقي مشهور ڪميونسٽ سان سندس گهاٽا لاڳاپا هئا. جهڙوڪ ڊاڪٽر اشرف وغيره. ڊاڪٽر اشرف به ديوبند ايندو رهندو هو، جتي هو حضرت حسين احمد مدنيءَ وٽ مهمان ٿي ترسندو هو. حضرت مدني سندس ڏاڍي عزت ڪندو هو. اوهان اسان جي بزرگن جو ڪردار ڏٺو ئي ڪونهي. اوهان ديوبند جا مجاهد آزادي ڏسو ها ته هنن مدرسن ۾ ملن کي ڏڪا ڏئي مسجدن مان ڪڍي ڇڏيو ها. ڊاڪٽر اشرف هڪ مضمون لکيو هو، جنهن ۾ ٻڌايو هئائين ته هڪ رات آءٌ بخار جي حالت ۾ حضرت حسين احمد مدنيءَ وٽ پهتس، ڪيس چيم ته آءٌ توهان جي عام مهمان خاني ۾ ڪو نه ترسندس، ڇو ته مون کي آرام جي سخت ضرورت آهي ۽ اوهان جا مهمان رات جو ٿين وڳين اٿي نماز پڙهندا ۽ ذڪر ڪندا آهن، ان ڪري منهنجو آرام خراب ٿيندو. مولانا صاحب منهنجي رهائش لاءِ ڌار انتظام ڪيو، جتي آءٌ سمهي رهيس. اڌ رات جو محسوس ڪيم ته ڪو ماڻهو مون کي آهستي آهستي مٺي تي مالش ڪري رهيو آهي ته ڪڏهن پيرن کي زور ڏئي رهيو آهي، آءٌ ڏاڍو

حيران ٿيس. آهستي آهستي ماچيس ڪٽي تيلي ٻاري ڏٺم ته مولانا مدني پاڻ مون کي زور ڏئي رهيو هو.
خير مون پئي ڳالھ ڪئي مولانا سنڌيءَ جي واپس اچڻ جي.

واپس اچڻ کان پوءِ مولانا صاحب گشت ڪندو اچي ديوبند مان نڪتو. اتي ان وقت آءٌ به پڙهندو هوس. اسان سنڌي شاگردن مولانا صاحب کي چانھ پارٽي ڏني، جنهن ۾ مولانا مدني به شريڪ ٿيو. چانھ ۽ ڳالهين جي دور هلندي، هڪ پنجابي اچي نڪتو، جنهن هٿ ٻڌي مولانا صاحب کي چيو "حضور میں یہاں طلبہ کو جنگ کی تربیت دیتا ہوں، اگر اجازت ہو تو اپنے فن کا مظاہرہ آپ کو دکھاؤں" اها ڳالھ ٻڌي مولانا سنڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ پنجابي کي چيائين ته پنهنجي جنگي چالن جي تفصيل مون کي سمجھاءِ! مولانا صاحب سمجهيو ته هي همراھ ڪو مليٽري سائنس جو ماهر آهي، پر پنجابي فوجي چالن تي ڪجھ ڳالهائڻ جي بجاءِ مشهور پنجابي طريقي سان لٺ گھمائڻ شروع ڪئي. لٺ گھمائيندو به وڃي ۽ چوندو به پيو وڃي: "ابھی اس طرف سے ڈاکو حملہ کریگا..." ايترو چيائين مس ته مولانا عبيدالله صاحب جو جوتو نڪ وڃي ٺڪڻ ۾ لڳس: ”نڪري وڃ بدمعاش! هن وقت جڏهن ملٽري جهاز لنڊن ۽ انگريزي جهاز ميونز کي تباھ ڪري رهيا آهن، ان وقت تون سامراج جو دلال بنجي اسان کي لٺ گھمائڻ جي تربيت ڏيڻ آيو آهين. هن ملڪ ۾ لٺ جي نه پر روسي سرخ سپاهين جي ضرورت آهي. ”حسين احمد! هي ڪم تنهنجي اجازت

سان شروع ٿيو آهي؟“ مولانا مدني چيو ته: ”سائين مون کي اڄ خبر پئي آهي.“ مولانا صاحب جلال ۾ اچي چيو هينئر جو هينئر ٽيڙ ڪٽايوس. مون کي اهو انگريز جو جاسوس ٿو نظر اچي.“ حيدرآباد سنڌ ۾ جمعيته طلبا اسلام طرفان وڏي پيماني تي ڪانفرنس جو انتظام ٿيل هو، ان جي صدارت مولانا عبيدالله سنڌي ڪري رهيو هو. اسان سڀني کي خبر هئي ته جلاوطنيءَ کان پوءِ مولانا سنڌي جي خيالن ۾ ڏاڍي تبديلي اچي وئي آهي. خاص ڪري برصغير ۾ جاگيردارانه نظام کي پوري ملڪ جي مصيبتن جي جڙ سمجهندو هو. ان ڪري انهيءَ جلسي ۾ هاري ڪارڪنن جي اڪثريت اچي گڏ ٿي هئي. مولانا صاحب سخت بيمار هو. مٿس غشيءَ جا دورا پئجي رهيا هئا. اهڙي حالت ۾ به هن ڪانفرنس جي صدارت قبول ڪئي هئي، رڳو سامراج دشمنيءَ جي بنيادي سبب ڪري. اسان جي بزرگن جي سامراج دشمنيءَ جو مثال برصغير ۾ ڪا به شخصيت پيش ڪري نه ٿي سگهي. انهيءَ سلسلي ۾ هڪ تاريخي واقعو ٻڌايان ته جڏهن مولانا محمد الحسن مالٽا مان آزاد ٿي وطن واپس پهتو، ان وقت ”تحريڪ ترڪ سوالات“ زورون تي هئي. عليگڙهه جي ڪيترن شاگردن ۽ استادن انهيءَ يونيورسٽيءَ جو بائيڪاٽ ڪري ”جامعه مليهٰ“ نالي هڪ نئين يونيورسٽي جو بنياد وڌو ۽ ان جي مهورتي تقريب لاءِ مولانا محمود حسن کي دعوت ڏني وئي. مولانا صاحب سخت بيمار هو. ڊاڪٽر انصاري صاحب جو مشورو هو ته توهان ڪنهن قومي ڪم لاءِ ٿوري به چرپر ڪئي ته توهان جي

زندگي خطري ۾ آهي. ان مشوري جي باوجود حضرت شيخ الهند محمود الحسن فرمايو ته: ”انهيءَ جلسي جي صدارت جي ڪرسيءَ تي منهنجي لاش رکڻ سان انگريزي سامراجيت کي جيڪڏهن تڪليف پهچي ته منهنجو لاش به اتي کڻي وڃجو. هن وقت ته آءٌ جيئرو آهيان، ان ڪري ضرور شريڪ ٿيندس جي پاڻ ان تقريب ۾ شريڪ ٿيو، پر اهڙي حالت ۾ جو ڳالهائي نه ٿي سگهيو. ان ڪري سندس لکايل صدارتي تقرير شبير احمد عثمانيءَ پڙهي ٻڌائي. عليگڙھ واري انهيءَ سفر کان واپس موٽڻ شرط پاڻ وفات ڪري ويو. ساڳي حالت مولانا سنڌيءَ جي هئي. بيماريءَ جي حالت ۾ مولانا صدارت ڪري رهيو هو ۽ ڪو هاري ورڪر تقرير ڪري رهيو هو. تقرير دوران هن صاحب انهيءَ مسئلي کي هاري زميندار تصادم جي صورت ڏيڻ پئي چاهي. مولانا سنڌي جذبات ۾ اچي ٽپ ڏيئي اٿي ان کي ٻانهن مان وٺي چوڻ لڳو چپ ڪر بدمعاش! منهنجي ملڪ ۾ انگريز جيستائين موجود آهي، ان وقت تائين آءٌ انهيءَ مسئلي کي تصادم واري نوبت تي پهچائڻ نه ٿو چاهيان. جيڪڏهن روس به منهنجي ملڪ وانگر غلام هجي ها ته لنين جي پاليسي به اها ئي هجي ها، جيڪا منهنجي آهي.“

مولوي محمد خان نوحاڻي واتان برصغير جي اتاھ تاريخي تذڪري ۾ اهو هو محمد صالح عاجز جو اڻ چٽو ۽ هلڪو تعارف، جيڪو جنگ آزاديءَ جي هڪ سرفروش سپاهي جي حيثيت سان منهنجي پلئه پيو. وقت گذرندو ويو، هڪ معصوم عشق جي جُرم ۾

مون کي ڪنگوري جو مدرسو ۽ اتي جو ماحول ڇڏڻو پيو ۽ وري موٽي پيندي آيس، ڪجھ وقت پيندي ۾ رهڻ کان پوءِ سائين جي. ايم. سيد جي ڪتاب ’جيئن ڏٺو آ مون‘ پڙهڻ ۽ پاڻ وٽ رکڻ جي جرم ۾ جي. ايم. سيد خلاف فتوا جي مخالفت ڪرڻ سبب پيندي کي ڇڏي اچي حيدرآباد کي وسايم. جمن شاھ جي پڙ جي پرسان هڪڙي ننڍڙي مسجد ۾ پيش امامي به ڪندو هوس ته مدرسي ۾ پڙهندو به هوس. ان پاڙي جي ماڻهن مون کي جيڪي قرب ۽ جيڪي محبتون ڏنيون، تن کي آءٌ وساري نه ٿو سگهان. اتي منهنجي ملاقات محمد علي مرزا سان ٿي، جنهن مون کي مسجد مان ڪڍي سنڌ جي سياسي، ثقافتي، ادبي ۽ تاريخي جدوجهد سان ملايو ۽ مون اهي ماڻهو ڏٺا، جن کي ڏسندي نيڻ ٺري پوندا آهن ۽ ورهين جا ڏک سور لحظي ۾ لهي ويندا آهن.

ڪنول پاڙون پاتال ۾ نه پنور پري آڪاس،
ٻنهي سندي ڳالهڙي رازق آندي راس،
تنهن عشق کي شاباس، جنهن محبتي ميڙيا! (شاھ)

مون کي خبر ناهي ته محمد علي تون ڪٿي آهين ۽ تنهنجي ذهنيت ڇا آهي؟ مون ٻڌو آهي ته تو ٻئي جي حاصلات کي زندگيءَ جو مقصد بنائي ڇڏيو آهي. اڄ تنهنجا ۽ منهنجا رستا الڳ آهن. تون ان صف مان نڪري ويو آهين، جنهن ڏانهن مون کي گهلي ويو هئين، پر منهنجي دل اڄ به تنهنجن احسانن جي چراغن سان روشن آهي ۽ هن

وقت جيل جي لوهي دروازي جي اندر ويهي، جڏهن هي سٿون لکي رهيو آهيان، ان وقت منهنجو قلم تنهنجي الفت جي محرابن ۾ سجدا ڪري رهيو آهي ۽ تنهنجين جوشيلين ڳالهين جي قدمن جي نشانن کي پوڄي رهيو آهي؛ ڇو ته تون ئي سڄي سنڌ ۾ اڪيلو ماڻهو هئين جنهن مون کي سنڌ جي نئين تاريخ جو ٺيندڙ قافلي ۾ شريڪ ڪيو. تو ئي مون کي نئين سنڌ جي نئين ادب تخليق ڪندڙن سان واقف ڪيو. تو ئي مون کي هن ڌرتيءَ جي تقدير جوڙيندڙ هستي جي. ايم. سيد جي قدمن ۾ جاءِ وٺي ڏني ۽ اهو تونئي هئين جنهن مون کي نئين بنگال جي نئين سراج الرولر شيخ مجيب سان ملايو ۽ تو ئي مون کي ملي مان ماڻهو بنايو!“

جوڳي جاڳايوس ستو هوس ننڊ ۾،
تنها پوءِ ٿيوس پريان سندي پيچري!

گهڻو ڪري 1968ع جي پڇاڙي هئي، ايوبي آمريت جي خلاف عوام جو طوفان زور شور سان جاري هو. پاڪستان سرڪار سنڌ مان شايد حفيظ قريشي، رسول بخش پليجي، شيخ اياز ۽ مير رسول بخش ٽالپور کي گرفتار ڪيو هو. انهن گرفتارين جي خلاف سڄي ملڪ ۾ احتجاج ٿي رهيا هئا. هڪ ڏينهن آءٌ جيئن پنهنجي هجري ۾ ويٺو هوس ته مهر علي مرزا آيو. اچي چوڻ لڳو ته اڄ روح رهاڻ جي آفيس مان سنڌي اديبن جو جلوس نڪرندو، جنهن ۾ شيخ اياز ۽ رسول

بخش پليجي جي گرفتاريءَ خلاف احتجاج ڪيو ويندو. پاڻ به هلنداسون. چري ڪيئنچئي ويران وير وڏا!. آءٌ هميشه اهڙين ڳالهين لاءِ تيار سو هڪدم هجري کي تالو ڏئي وچي ’روح رهاڻ‘ جي آفيس ۾ نڪتاسين. ڪافي اديبن ۽ هڪ به مايون موجود هيون. جلوس مرتب ٿي چڪو هو. بانس جي لڪڙن تي اياز ۽ پليجي جي تڙتڪڙ ۾ رهڙيل فوٽو لڳي چڪا هئا. جلوس روانگيءَ لاءِ تيار هو، پر حميد چئي رهيو هو ته ترسو نياز همايوني ۽ مولانا نه پهتا آهن. اجهو اچڻ وارا آهن. ان وقت سنڌي ادب ۾ صرف هڪ مولانا مشهور هو، سو هو مولانا غلام محمد گرامي صاحب. باقي بيو ڪهڙو مولانا. قدرتي طرح منهنجي ذهن ۾ خيال پيدا ٿيو. ٿوريءَ دير کان پوءِ ڏسان ته نياز صاحب سان گڏ هڪ همراه اچي رهيو آهي، ننڍڙي ڏاڙهي جواهر جيڪٽ ۽ گانڌي ڪيپ ۾، ننڍڙو ٿيلهو هٿن ۾. نياز ۽ انهيءَ همراه کي ڏسي حميد چيو نياز ۽ مولانا اچي ويا. هاڻي جلوس روانو ٿيڻ گهرجي. جلوس روانو ٿيو مون مرزا کان پڇيو نياز سان گڏ بيو همراه مولانا ڪير آهي؟ مرزا حيرت مان وراڻيو: ”ڪو نه سڃاڻين؟“ مولانا محمد صالح ’عاجز‘ آهي.“ ”اڙي! پراڻو ڪانگريسي محمد صالح عاجز اهو آهي.“ ”ها.“ جلوس حميد جي آفيس کان روانو ٿي اسٽيشن روڊ ڏئي، هوم اسٽيڊ هال کان مٿي چڙهيو ته گهرن جي درن ۽ دروازن مان ڪيترائي ننڍڙا ننڍڙا پنپنليٽ جلوس تي ڪرڻ لڳا. مون سمجهيو ته انهن تي ڪي مرحبائي نعرا لکيل هوندا، پر جڏهن هڪڙو ڪاغذ ڪٽي پڙهيم ته مٿس لکيل هو، ’پارٽي، ايجنٽ مرده باد.‘ نارائڻ

شيمام جا چيلا مرده باد.“ واه! حيدرآباد تون اها ئي حيدرآباد آهين، جتي منهنجي ڌرتيءَ جي لافاني انسان غلام شاهه سنڌ جي وحدت برقرار رکڻ لاءِ تدبيرن جا ڪيئي چراغ جلايا هئا ۽ جتي اڄ به سنڌ جي تاريخ جو غيرفاني نعرو ”مر ويسون پر سنڌ نه ڏيسون“ هڻندڙ هوش محمد ابدي ڊرام ڪري رهيو آهي. تون اڄ پنهنجن فرزندن جو اهڙيءَ ريت استقبال ڪري رهي آهين، جيئن سنڌين انگريز سفيرن جو استقبال ڪيو هو؟ ڇا اڄ تون اها حيدرآباد نه رهي هئين يا اسان اهي سچا سنڌي نه رهيا هئاسين؟ مون محسوس ڪيو ڄڻ حيدرآباد جو ذرو ذرو مون کي چئي رهيو هجي ته جڏهن منهنجن ٻچن انگريزن کي پٺڙ هنيا، ان وقت آءٌ حيدرآباد سنڌ هيس ۽ اڄ حيدرآباد ’جنوبي پاڪستان‘ آهيان. ياد رهي ته ون يونٽ وقت سنڌ کي سنڌ سڏڻ ڏوهه هو ۽ ان کي ’جنوبي پاڪستان‘ سڏيو ويندو هو. اديبن جو جلوس حيدرآباد جي تاريخي قلعي ۾ پهتو. جتي هوش محمد جي قبر تي فاتح پڙهي ويئي. • (•اها قبر ’نامعلوم ويڙهاڪ‘ ( Un known warier) جي هئي، جڏهن ته هوشوءَ جي قبر ديهه ناريجاڻي تعلقي حيدرآباد ۾ آهي، پر جيئن ته هيءَ قبر به انگريزن سان جهڙيندڙ هڪ ويڙهاڪ جي هئي، اُن ڪري اُن وقت اُن کي قومپرستيءَ جي جذبي هيٺ هوشوءَ جي قبر ئي قرار ڏنو ويو هو. [ت. ج]) جيستائين مون کي ياد آهي سنڌ جي هن عظيم شهيد تي ڪا به گلن جي چادر نه چاڙهي وئي. قومون جڏهن ذهني طرح سجيون ٿي ويندي‌ون آهن ۽ ادب صرف ڪنهن چوڪريءَ جو توجهه حاصل ڪرڻ لاءِ تخليق ٿيڻ

لڳندو آهي، ان وقت ان قوم وٽ جيڪڏهن پئسو نه هوندو آهي ته پنهنجن شهيدن جي قبرن تي گلن جي چادر چاڙهن لاءِ جيتوڻيڪ هوشو جي گگي ۾ شهادت جي رت جا رتا گل پيل هئا. جيڪي ڪڏهن به مرجهائڻا نه هئا، پر سنڌي اديبن هوشوءَ جي قبر تي رڳو ڏيپلائي جي طرفان فاتح پڙهڻ تي بس ڪئي. هڪڙي رسم هئي جيڪا بيدرديءَ سان پوري ڪئي وئي ۽ جلوس وري ڪيپٽن عثمان علي عيساڻي ڊپٽي ڪمشنر جي بنگلي ڏانهن روانو ٿيو. عيساڻي صاحب پيرن اگهاڙو اچي جلوس جي اڳواڻن سان مليو. سنڌي اديبن اياز جي آزاديءَ لاءِ پيرن اگهاڙو جلوس ڪو نه ڪيو. پر انهيءَ جلوس جي مرحبا عيساڻي صاحب پيرن اگهاڙن سان ڪئي. اياز ان وقت قومي شاعر هو. ويچاري پليجي کي ته نسيم ٿيبو ۽ زرينا بلوچ جي ڪري شامل ڪيو ويو هو، چو ته منهنجي خيال ۾ ٻئي جلوس ۾ شامل هيون. سا هئي سيدنا عاجز سان منهنجي پهرين ڏيٺ ويٺ، ڊپٽي ڪمشنر جي بنگلي تان موٽي آءٌ سيدنا عاجز ۽ نياز همايوني سان گڏجي سندس آفيس ۾ آياسين. تفصيلي تعارف ٿيو، پاڻ مون کي سندس لکيل ڪتاب ’سنڌ جا سورهيه‘ [سنڌ جا سورهيه‘ مصنف: محمد صالح عاجز] جي هڪڙي ڪاپي ڏنائين. اهڙي قسم جي ڪتاب لکڻ جي متعلق وضاحت ڪندي چيائين ته قومون جڏهن ڏکين دورن مان گذرنديون آهن تڏهن سندن تاريخي هيرن جي ياد منجهن نئون ولولو جوش ۽ عملي ميدان ۾ اڳتي وڌڻ جو مرحلو پيدا ڪندي آهي. هن ڪتاب ۾ مون اهي شخصيتون گڏ ڪيون آهن. جن سنڌ لاءِ سر ڏنا. آزاديءَ لاءِ

وڙهيا ۽ دشمنن کي پنهنجي ديس تي ان وقت تائين قبضو ڪرڻ نه ڏنائون جيسين سندن سين ۾ ساهه هو. اهڙا ماڻهو ڪنهن سياڄي قوم ۾ تاريخ جي تمام ناياب دور ۾ پيدا ٿيندا آهن ۽ وقت گذرڻ سان گڏ سندن ڪردار وڌيڪ جرڪندو ۽ روشن ٿيندو ويندو آهي. پر باشعور سنڌين جو اهو حال آهي جو هو پنهنجن قومي هيرن کي سڃاڻن ئي ڪو نه ٿا. ساهي ڪٽي چوڻ لڳو ته: ”اڄ سنڌ ۾ ادب تمام بهترين پيدا ٿي رهيو آهي، پر الاجي ڇو آءٌ ان وهم ۾ مبتلا آهيان ته هي اديب قوم کي ڇوٽڪارو ڏيارڻ بدران نوڪرين جي پٺيان لڳي ويندا. مون کي ٻڌايو اديبن جي جلوس ۾ ڪيترو عوام شريڪ هو. اوهان جو اديب عوام کان ڪٽيل آهي. دنيا جو اديب قوم لاءِ لکندو آهي ته سندس ٻڇيءَ ۾ عوام طرفان گلن جا هار ۽ حاڪمن طرفان ڦاسيءَ جا ڦندا نصيب ٿيندا آهن. توهان جو اديب ذاتي شُهرت لاءِ لکي رهيو آهي. ان ڪري عوام کيس سڃاڻي ئي ڪو نه ٿو ۽ حاڪم کيس نوڪري ڏئي خاموش ڪري ڇڏيندو. پوءِ انهن جا قلم لکڻ بدران سٿڻن (شلوارن) ۾ اڳٺ وجهڻ جي ڪم ايندا. آءٌ سندن محنت جي مخالفت نه ٿو ڪريان، هو وڏو ڪم ڪري رهيا آهن پر سندن ذهنيت مظلوم عوام ۽ ڏتڙيل قوم جي فردن واري ناهي.
نياز صاحب ڏاڍي ادب ۽ احترام سان سندس ڳالهيون ٻڌي رهيو هو، اها مون کي پوءِ خبر پئي ته نياز کي ’قومي سوچ‘ جي ميدان ۾ آڻڻ وارو ’سيدنا عاجز‘ ئي آهي، ۽ نياز کيس پنهنجو ’استاد‘ سمجهندو آهي، ان ڪري سندس زهريلي تنقيد ٻڌي رهيو آهي، ڇو ته اديبن جي

جنهن جماعت تي سيدنا تنقيد ڪري رهيو هو، ان ۾ نياز پاڻ به شامل هو. مون ته ان وقت پين هٿ ۾ جهلڻ جو صحيح ڍنگھ ئي نه سکيو هو، ۽ نه وري اج ڏينهن تائين اديبن جو مخصوص اسلوب، جيڪو لباس، وضع، قطع، سگريٽ ۽ سگار [سو به ڪيوبا يا هاليند جو چڪڻ] دونهين جا چلها ٺاهڻ ۽ مخصوص ماحول ۾ ويهي خاص انداز ۾ ڳالهائڻ سکي نه سگهيو آهيان.

بهرحال اها هئي سيدنا عاجز سان پهرين ملاقات، جنهن اڳتي هلي منهنجي نيازمندي ۽ سيدنا عاجز جي فراريت جي صورت اختيار ڪئي. ملاقاتون وڌيون. مون ان ماڻهو کي ڏٺو، جيڪو فقيريءَ ۾ بادشاهه هو. جنهن جو دماغ آزاديءَ جي جنگ جي يادگيرين جو خزانو هو. تاريخ سندس در جي ٻانهين ۽ جاگرافي کيسي جي گهڙي. پر انهيءَ باوجود بي عملي، لاپرواهي، بيغائدي پچ ٻوڙ هر وقت ڪنهن نه ڪنهن بيماريءَ جي شڪايت، پئسي جي اٽاٽ ۽ ماڻهن جي قدر ناشناسيءَ جو فرياد سندس خاص وصف، باوجود ان ڳالهه جي ته سٺو ڳالهائيندڙ ۽ مقرر آهي، گهٽ ڳالهائيندو آهي. بهترين ليکڪ آهي، پر لکڻ وقت جهڙو نجار چڙهي ويندو اٿس. جنگ آزاديءَ جو سفرفروش مجاهد آهي، پر هن دور ۾ جيل يا ڦاٽي جي پرسان سٺڻ لاءِ به تيار ناهي. انهيءَ باوجود سندس دل ۾ ’دردن جا ديرا‘ آهن ۽ دن ڏاڍي نرم اٿس.

1977ع ۾ آءٌ گرفتار ٿيس ۽ پورا ٻه سال جيل جي حساب سان جيل ۾ رهيس، پر انهيءَ پوري عرصي ۾ ’سيدنا عاجز‘ [اهو نالو مون ۽

شاھ محمد شاھ مٺس رکيو ھو] ملاقات تي نه آيو. ھڪ دفعو سنڌ
اسپيشل ٽربيونل ۾ خالق جوڻيجو زوريءَ ڪيس وٺي آيو. ان وقت آءٌ
’سي ڪلاس‘ ۾ ھوس ۽ مون کي ٻنهيءَ ھٿن ۾ ھٿ ڪڙيون لڳل
ھيون. سيدنا مون کي ڀاڪر پائي مليو. مون سندس چھري ڏانهن ڏٺو،
ھر وقت مون کي چينپيندڙ چھرو اداس ٿي ويو ھو ۽ اکين ۾ ڳوڙھن
جون قطارون ھئس. محمد صالح عاجز کي آءٌ پھريون ڀيرو روئندو
ڏسي رھيو ھوس. آءٌ رھي نه سگھيس، سندس ڪلهن تي ھٿ ڦرين
وارا ھٿ رکي چيم: ”مولانا! روئين ڇو ٿو؟ ھي زيور پاڻ جو درس
اوھان ئي ته نو ھو.“ ھنجونءَ ھاريندي چوڻ لڳو: ”سوچيان ٿو تاريخ
جو ڪيڏو نه ڏکھو عرصو گذريو آھي، انهن ھٿ ڪڙين کي، اھي
اسان جي پلئه ان ڏينهن پيئون آھن، جنهن ڏينهن مياڻيءَ جي ميدان ۾
ميرن جي نااھليءَ سبب آزاد سنڌ جو جھندو انگريزي بوٽن ھيٺان اچي
ويو. پھرين اھي ھٿ ڪڙيون، سنڌ جي انهن محب وطن انسانن دلمراد
کوسي، دريا خان جکراڻي ۽ ٻين جي حصي ۾ آيون، پوءِ تاج محمود
امروٽيءَ پاتيون، اڳتي ھلي اُن اھا امانت ڄيٺمل پرس رام، چوئٿرام
گرواڻي ۽ جيرام داس، دولت رام جي حوالي ڪئي. ڪجھ وقت ڇا
پر جوانيءَ جو بھترين حصو اسان انهن سان کيڏيندا رھياسين. جي.
ايم. سيد ته انهن اتر طرفان ڏاج سمجھي قبول ڪيو. اڄ اھي اوھان
جي ھٿن ۾ آھن، سوچيان ٿو مخدوم بلاول جي ڌرتيءَ جي فرزندن
اھڙو ڏوھ ته ڪو نه ڪيو آھي، جو قدرت کين انهيءَ زيور کان
سواءِ ٻيو ڪو اعزاز ڏيڻ پسند ئي نه ٿي ڪري. ھٿ ڪڙين جي

حڪومت ڪڏهن ختم ٿيندي.“ وراڻيم: ”مخدوم بلاول ۽ شاهه حيدر جيڪا امانت سونپي ويا آهن، تنهن کي ڦٽو ته نه ڪيو اٿئون، اميد اٿئون ته ايندڙ نسل جي هٿن ۾ هٿ ڪٺين جي بدران روهيڙي جا رتا گل هوندا. مولانا ان لاءِ اهو سوچڻو نه پر عمل ڪرڻو اٿئون ته هٿ ڪڙين جي حڪومت ختم ڪرڻ لاءِ پنهنجن سينن ۾ گولين ذريعي ڌاڙهونءَ جا گل پيدا ڪرايون. ان کان پوءِ ئي تنهنجي سن سر زمين تي ايندڙ نسلن جي هٿن ۾ روهيڙي جا رتا گل اچي سگهن ٿا. بنگال ۾ به سراج الدوله جي شهادت کان پوءِ هٿ ڪڙين جي حڪومت پيڙهي در پيڙهي هلندي آئي، پر جڏهن بنگال جي نرن ۽ نارين پنهنجا جسم گولين سان گلاب پوکڻ لاءِ کوليا ته اڄ اتي بنگال جي سئيءَ جي کتين ۾ زندگيءَ پيري ڳائي پئي ۽ پوڙهي گنگا انساني مسرتن ۽ محبتن جا تاريخ ۾ پهريون پيرو انوکا ۽ پرپور نظارا پسي رهي آهي.“ ايتري ڳالهه ٻولهه کان پوءِ مولانا صاحب موڪلائي هليو ويو ۽ آءٌ پوليس جي پهري ۾ جيل روانو ٿيس. پٺي حڪومت جو خاتمو ٿي چڪو هو. اسپيشل ٽربيونل ٽوڙيا ويا هئا. مون کي خيرپور جيل مان حيدرآباد ۾ اي.سي ايم جي ڪورٽ ۾ پيش ڪرڻ لاءِ آندو ويو. اخبارن ذريعي سنگت ساٿ کي اڳ ۾ ئي خبر پئجي چڪي هئي. ان ڪري ڪجهه دوست ڪورٽ ۾ آيا هئا. آءٌ انهن سان ڳالهين ۾ مصروف هوس ته نياز همايوني ۽ سيدنا عاجز به قرب ڪري آيا. ڪورٽ ۾ پيل بينچن تي ويٺاسين، خوش خير عافيت کان پوءِ سيدنا پنهنجي وچت [هو پنهنجي ڳالهه ٻولهه کي هميشه وچت چوندو آهي] شروع ڪئي.

ملڪ مان وڏيرا شاهيءَ جي آمريت ختم ٿي چڪي هئي. مارشل لا نئين نئين هئي، ان ڪري نرم پڻ. جيتوڻيڪ ان وقت اسان مارشل لا جي نرميءَ کي نه پئي سمجهي سگهياسين. ملڪ جي تاريخ جي اها پهرين مارشل لا هئي، جنهن کي برصغير جي جنگ آزاديءَ جي چوٽيءَ جي رهنما ۽ عوامي حاڪميت جي پيغمبر غفار خان به مرحبا چيو هو. حقيقت هيءَ هئي ته اِها پهرين مارشل لا هئي، جيڪا ابتدا ۾ قوم ۽ عوام جي بنيادي حقن جي دعويٰ کڻي آئي هئي ۽ نرم هئي، نه ته اڳ ۾ جيڪا به مارشل لا آئي، سا شروع ۾ سخت ۽ آخر ۾ نرم ٿيندي وئي، تان جو وڃي ڪنهن نه ڪنهن سول حڪومت جي صورت اختيار ڪيائين. ان ڪري شروع ۾ پاڪستان جا سڀ سياستدان هن مارشل لا جي نوعيت سمجهڻ کان قاصر هئا. ان جي وضاحت اڳتي هلي هڪ نجي محفل ۾ مير علي احمد ٽالپور وزير دفاع هن ريت ڪئي ته ”اڳ ۾ جيڪا به مارشل لا ايندي هئي، سا بند مٺ وانگر ايندي هئي ۽ اها مٺ آهستي آهستي هٿ جي مُٺ وانگر بند ٿيندي ويندي، يعني سخت ٿيندي ويندي، سيد صاحب اهو ان وقت چيو هو، جڏهن سياسي پارٽين تي بندش ڪا نه هئي. ملڪ جي اعليٰ عدالتن جا اختيار ڦُريا نه ويا هئا، پر ان وقت مير صاحب جي اها ڳالهه ٻڌي اسان ان کي صرف سندس خواهش ٿي سمجهيو هو، پر اڳتي هلي وقت ثابت ڪيو ته مير علي احمد اها ڳالهه هڪ سياستدان جي حيثيت ۾ نه پر جنرلن جي بگهي رٿابنديءَ جي شريڪ جي حيثيت سان چئي رهيو هو ۽ اهو حڪومت جو منصوبو هو.

آءٌ سمجهان ٿو ابتدا ۾ ماشل لا ان ڪري نرم هئي جو پي. اين. اي (P.N.A) مختحد هئي. پيپلزپارٽي ۾ جوش هو، ڀُٽو صاحب پاڪستان جي انتهائي متحرڪ شخصيت جي حيثيت سان زنده هو. ان وقت جيڪڏهن مارشل لا موجوده روپ اختيار ڪري هن تهڪيس سخت مزاحمت ۽ مقابلي جو منهن ڏسڻو پوي ها ۽ عوام جو فوج سان سنئون سڌو تصادم ٿي پوي ها. مارشل لا لڳڻ واري شام جو خيرپور ميرس جيل ۾ بي. بي. سي کان پي. اين. اي جي اطلاعات سيڪريٽري مسٽر برڪت الله جو بيان ٻڌم، جنهن ۾ هن چيو هو ته: ”موجوده حڪومت جيڪڏهن اليڪشن نه ڪرائي ته اسان جي تحريڪ جاري رهندي.“ عوام جي انهيءَ حالت کي ڏسي، مارشل لا کي نرم رکيو ويو ۽ هڪ باقاعدي منصوبي تحت عوامي صفن ۾ شگاف وڌا ويا. پارٽين کي ٽوڙيو ويو. آءٌ اڄ به ايمانداريءَ سان سمجهان ٿو ته ’قومي اتحاد‘ کي ٽوڙڻ ۽ پوءِ ’اين ڊي پي‘ کي ٽوڙي ’پي. اين. پي‘ ٺهرائڻ ۾ حڪومت جو هٿ هو ۽ جن ماڻهن ’پي. اين. اي‘ ۽ پوءِ ’اين. ڊي. پي‘ ٽوڙڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو، هي سڌي يا اڻ سڌيءَ طرح سرڪار جا ايجنٽ هئا، جن کي ڪم ڪڍڻ کان پوءِ چوسيل ڪمند وانگر اڇلايو ويو. مسٽر بزنجي کان قوميت جي باري ۾ سخت بيان رکڻو بلوچستان ۾ وڌندڙ ’ڪميونسٽ اثرات‘ کي روڪڻ لاءِ ڏياريا ويا هئا ته جيئن بلوچستان ۾ وڌندڙ اثرات ڪميونسٽ افغانستان لاءِ اڳتي وڌڻ جو سائو سگنل نه ثابت ٿين. ساڳيءَ ملهه ايئر مارشل ۽ نوراني ميان [اصغر خان] کي ’ايران‘ جي معرفت اُڀاريو ويو ته اوهان اپوزيشن ۾ اچو ته

ايندڙ اليڪشن ۾ وڏيڪ سيٽون کٽي سگهو. انهيءَ سموري سياسي چالبازيءَ کي مفتي [محمود] صاحب مصوم چڱيءَ طرح سمجهيو ٿي، پر مصيبت هيءَ هئي جو ساڻس گڏ جيڪي جماعتون هيون، تن کي ’پٽو خوبيا‘ ٿي پئي هئي.... مون تائين منهنجي استاد مولانا نور محمد سجاول واري جي معرفت هيءَ ڳالھ پهتي ته مفتي [محمود] صاحب جو خيال آهي ته ضياءَ صاحب پٽي کان وڌيڪ خطرناڪ ثابت ٿيندو، پر اسان هن وقت پنهنجن ڪن دوستن جي خواهش جو احترام ڪندي ڀُٽي کي هٽائڻ لاءِ ساڻس تعاون ڪري رهيا آهيون. پٽي جي فيصلي کان پوءِ اسان جمهوريت جي بحاليءَ لاءِ عوام ۽ پارٽين کي وري متحد ڪري وٺنداسين، چو ته اسان کي تجربو آهي ته چٽنگ مان چنيٽ ڪيئن بنائبا آهن ۽ ذري کي طوفان جو روپ کهڙيءَ ريت وٺائي سگهجي ٿو. جڏهن مفتي صاحب ائين سوچي رهيو هو، عين ان وقت اسلام آباد جا اعليٰ حلقا ’قومي اتحاد‘ کي ’چٺ‘ ۽ ’پيپلزپارٽيءَ‘ کي ’لٺ‘ جي ذريعي ختم ڪري رهيا هئا، جنهن کي مفتي صاحب در کان وڌيڪ خود اعتمادي ۽ هڪ ڪاميابيءَ جي نشي ۾ ڏسي نه پئي سگهيو. مون کي جڏهن صورتحال جي سنگينيءَ جو حقيقي احساس ٿيو ۽ خبر پيس ته عوامي طاقت هٿن مان بلڪل نڪري چڪي آهي ته اهو صدمو سندس زندگيءَ لاءِ هاجيڪار ثابت ٿيو.

بهرحال آگسٽ 1977ع جو مهينو هو اي. سي. ايم جي ڪورٽ جي اڳيان پيل بينچ تي آءٌ پوليس جي گهيري ۾ ويٺو هوس، منهنجي پرسان

سيدنا عاجز چئي رهيو هو: ”جڏهن پاڪستان ٺهيو ۽ مهاجر اچي رهيا هئا، ان وقت ڪراچيءَ ۾ وڏي پيماني تي هندو سستم فساد ٿيا. هڪ قوم جا صالح فرد هتان وڃي رهيا هئا، جن هزارها سالن جي محنت ۽ شفقت سان هن سرزمين جي تهذيب ۽ ثقافت، ٻوليءَ ۽ ادب ۾ ڪئي رنگ پرڻ ۾ پنهنجو ڀرپور ڪردار ادا ڪيو هو. ان وقت سنڌ جي وزيراعليٰ خان بهادر کهڙي آرام باغ ۾ هڪ عام جلسو ڪوٺايو، جنهن ۾ هنن فسادن تي افسوس جو اظهار ڪندي هندن کي ملڪ نه ڇڏڻ جو مشورو ڏنو. هوڏانهن حالت هيءَ هئي جو آزاد پاڪستان جي گاديءَ جي هنڌ ڪراچيءَ ۾ هندن کي پنهنجي ماتر ڀوميءَ کان جدا ڪيو پئي ويو. سندن ملڪيت لُٽي پئي وئي. ڪرشن جي گوپين جي عزت تي حملا ٿي رهيا هئا. لطيف جي سنڌ ۾ سندس ئي ٻچڙن جو رت وهايو پئي ويو. صدين جي ٺهيل گهرن کا ٻاهيون ڏنيون پئي ويون ۽ سنڌ جو مسلم ليگي وزيراعظم امن جي مٿاڇري اپيل ڪري رهيو هو. ان وقت مون وڏي واڪي کهڙي کي مخاطب ٿيندي چيو هو ته:

اي باد صبا اين همه آورده تست

يعني اي صبا هي سڀ ڪجهه تنهنجو ڪريو ڌريو آهي.

ان وقت مون ايڊيٽوريل لکيو شايد ’ستاره سنڌ‘ ۾ [اهو ايڊيٽوريل ”مهاجرن جي آبادڪاري جو مسئلو“ هفتيوار شهباز ڪراچي 22 نومبر 1968ع ۾ شايع ٿيو هيو] ته جيڪي مهاجر سنڌ ۾ اچي رهيا

آهن. تن کي شهرن ۾ يڪجا ٿيڻ نه ڏيو، پر انهن کي سنڌ جي ٻهراڙين ۾ چڙوچڙ رهايو جيئن اهي پنهنجي ’شهري زور ۽ طاقت‘ جي آڌار تي هتي جي زبان تهذيب ۽ ثقافت تي ڇانئجي نه وڃن. انهن جي انهيءَ حرڪت ڪري هتي سنڌي مهاجر ۾ نفرت پيدا ٿيندي ۽ سموري اقتصاديات ٻاهران آيل ماڻهن جي هٿن ۾ هلي ويندي. ڇو ته سرمايه دارانه ۽ جاگيردارانه نظام ۾ ٻهراڙيون شهرن جون مبنيون/ بيٺڪون هونديون آهن ۽ اقتصادي طرح سنڌي ماڻهو وري ٻاهران آيل شهرين جو غلام بنجي ويندو. ان کان سواءِ جيڪڏهن مهاجر سنڌ جي شهرن ۾ گڏ ٿيندا ويندا ته اهي پنهنجي (شهري) طاقت جي آڌار تي ڪنهن به سنڌي حڪومت کي ٻهراڙيءَ جي سنڌي عوام لاءِ ڪم ڪرڻ نه ڏيندا ۽ شهري زندگيءَ کي هڙتالن جي ذريعي مفلوج بنائي حڪومتن کي ناڪام بنائيندا رهندا ۽ حڪومتون ٻهراڙيءَ جي اڪثريت کان ووٽ وٺڻ جي باوجود شهري مهاجرن جي رحم ڪرم ۽ صدقيءَ تي هلنديون.“ اهو مون ان ڪري لکيو هو جو آءٌ ڪانگريس جي آزاديءَ جي تحريڪ دوران سنڌ ته ٺهيو پر سموري هندوستان جي شهري ماڻهن جي تنظيم ۽ طاقت ڏسي چڪو هوس، ان جي ڀيٽ ۾ سنڌ جي ٻهراڙيءَ ته خاص طرح آزاديءَ جي تحريڪ دوران غير متحرڪ رهي هئي. سڄي هندستان ۾ جيڪڏهن ابوالڪلام آزاد ۽ جواهر لال نهرو پنهنجي سياست جو مرڪز شهرن کي بنايو ته مهاتما گانڌي پنهنجي تحريڪ، سرگرمين ۽ آشرمن جو مرڪز ٻهراڙي ۽ هارين کي جنهن جو نتيجو ساري هندوستان ۾ هڪجهڙي سجاڳي جي

صورت ۾ نڪتو، پر هتي سنڌ ۾ سياست هميشه سنڌي وڏيري ۽ ڪاموري جي بنگلي جي سُريت ٿي رهي آهي. ان ڪري سنڌ جون ڀهراڙيون سدائين سياست کان ڪٽيل رهيون آهن، ان وقت منهنجي ڳالھ تي سنڌي سياستدانن ڪو به ڌيان ڪو نه ڏريو، پر ان جو نتيجو اڄ اوهان جي سامهون آهي. ٻوليءَ جي مسئلي ۾ ڪروڙين سنڌين جي خواهش هڪڙي هئي ته شهرن جي چند لک ماڻهن جي ٻي، پر حڪومت کي ’شهري اقليت‘ جي خواهش جي سامهون جهڪڻو پيو. هن وقت به پوري ملڪ جي ڀهراڙيءَ جو عوام پيٽي صاحب سان گڏ هو، پر ملڪ جا ۽ خاص ڪري سنڌ جا ٽي وڏا شهر سندس مخالفت ۾ ميدانن ۽ روڊن تي نڪري آيا. جنهن جي نتيجي ۾ ملڪ جي مقبول ترين پارٽي نه صرف پنهنجي حڪومت وڃائي ويٺي پر ملڪ کي هڪ ’نامعلوم مستقبل‘ ڏانهن روانو ڪري چڪي آهي. حالانڪ ڀهراڙيءَ جا ڪروڙين ماڻهو ڪيس بچائي نه سگهيا.
محمد صالح عاجز بقول سندس وچت ختم ڪئي ته مون ڪانئس سوال ڪيو ته ”توهان جي گفتگوءَ مان معلوم ٿيو ته ڪنهن به جدوجهد ۾ ڀهراڙيون ڪو به ڪردار ادا ڪري نه ٿيون سگهن ۽ ڇا توهان ڀهراڙيءَ جي عوام جي طاقت کان انڪار ڪري رهيا آهيون.“
منهنجي سوال تي سيدنا وراڻيو ته: ”نه ائين نه آهي، ڀهراڙي تمام طاقتور آهي، پر اها ڪنهن ٻيءَ جنگ ۽ جدوجهد لاءِ نه اليڪشني ۽ هڙتالي سياست لاءِ. آءٌ ڀهراڙيءَ جي عوام جي طاقت کان ڪيئن ٿو انڪاري ٿي سگهان، جڏهن ته مون انجرائر ليبيا، شام ۽ بنگال ۾

ڀهراڙين جي طاقت ڏني آهي. مون سموري هندوستان ۾ هاري عوام جي بي پناهه طاقت جو اندازو لڳايو آهي، مون کي خبر آهي ته ڀهراڙيءَ جو هاري جڏهن ڏاڍو اپو ڪندو آهي، تڏهن شينهن جا پتا پاڻي ٿي ويندا آهن، پر اُهي اتي جتي ڀهراڙيءَ جي عوام کي اهڙي تربيت ۽ تعليم ڏني وڃي، اسان جي سنڌ ۾، سنڌ جي ماڻهن کي صرف ووٽ ڏيڻ جي تعليم ڏني وئي آهي، پر ڪين اها تعليم نه ڏني وئي آهي ته جيڪڏهن توهان جي ووٽ تي ڪو شخص، ٽولو يا فرد ڏاڙو هڻي ته ان ڏاڙي کي ڪهڙيءَ ريت ناڪام بنايو وڃي. هندوستان ۾ مهاتما گانڌي ماڻهن جي ابتدائي تعليم جي شروعات ئي انهيءَ نقطي کان ڪئي هئي ته اوهان جي بنيادي حقن تي ڏاڙو هڻندڙ کي اوهان ڪيئن ختم ڪري سگهو ٿا. اهو ئي سبب آهي جو اڄ ڏينهن تائين هندوستان ۾ مارشل لا نه لڳي آهي. ڇو ته اتي فوج کي به خبر آهي ته جيڪڏهن اسان اقتدار تي قبضو ڪيو ته 24 ڪلاڪن ۾ ’هندوستان جو عوام‘ مارشل لا کي ناڪام بنائي ڇڏيندو.“

سيدنا عالمي سطح جي سياستدانن مان صرف مائوزيننگ کان نفرت ڪندو آهي، نڪري نه ته ڪو ڪيس ڪميونزم کان نفرت آهي يا مائوزيننگ بنگال جي مسئلي تي مظلوم بنگالين جي حمايت ڪانه ڪئي هئي، بلڪ سيدنا جي نفرت جو سبب هي آهي ته مائوزيننگ، هندوستان سان جنگ ڪئي هئي. ان باري ۾ چوندو آهي ته مائوزيننگ انهيءَ مسلمان وانگر آهي، جيڪو بيت الله ڏانهن پير ڪري سُمهي. سندس خيال ۾ هندوستان ’ايشيا جي تهذيب ۽ امن جو ڪعبو‘ آهي ۽

وڏي ڳالھ ته اھو مھاتما گانڌي، ابو الڪلام آزاد ۽ جواھر لال نھروءَ جو ملڪ آھي. مائوزيننگ اھو احسان فراموش ماڻھو آھي، جڏھن پوري دنيا ڪانئس نفرت ڪندي ھئي، ان وقت جواھر لال نعرو ھنيو ھو، ”ھندي چيني، ڀائي ڀائي.“ انھيءَ مخلصانه نعري جو جواب مائوزيننگ طرفان جنگ جي صورت ۾ ڏنو ويو ۽ ھندوستان جي نھروءَ جي بدران مائوءَ ھڪڙي فوجي آمر ايوب سان دوستي يا رياستي تعلقات قائم ڪيا. اھڙي ماڻھوءَ کي عوام دوست، جمھوريت پسند يا امن جو علمبردار ڪيئن ٿو سڏي سگھجي.
آءٌ سندس ڪيترن ئي خيالن ۽ نظرين سان اتفاق نه ڪندو آھيان، انھن مان ھڪ ھو به آھي. جيتوڻيڪ ڪنھن وقت مون کي مائوزيننگ جي شخصيت اصلي ڪا نه وڻندي ھئي، پر ان جو سبب اھو ڪو نه ھو ته ھن ھندوستان سان جنگ چو ڪئي يا ھر ڪو احسان فراموش آھي. ھند چين جنگ ۽ تعلقات ۾ اڻ بڻت جو سبب آءٌ مغربي ڊپلوميسي ۽ عياريءَ کي سمجھندو آھيان. جيئن ايشيا جا ٻه وڏا ملڪ پاڻ ۾ وڙھندا رھن. ھي حيرت انگيز ڳالھ آھي ته آمريڪي سامراجيت ۽ روسي ترقي پسندي ڪيترائي ناھ ڪري گڏجي سگھن ٿيون، پر ’چيني ڪميونزم‘ ۽ ’پارتي جمھوريت‘ نھي نه ٿا سگھن. اھا ايشيا ئي عوام کي ڪنھن به نظام جي نعمتن کان محروم ڪرڻ جي سازش آھي. آءٌ اڄ ايمانداريءَ سان سمجھان ٿو ته ايشيا ھن دور ۾ ٽي وڏا ماڻھو پيدا ڪيا آھن. گانڌي، مائوزيننگ ۽ جي. ايم. سيد. جيتوڻيڪ جي. ايم. سيد ڪنھن تحريڪ جو فاتح ناھي [ڪنھن ماڻھوءَ جي

فڪري عظمت لاءِ اهو ضروري ناهي ته اهو پنهنجي دور ۾ ڪنهن تحريڪ جي فاتحانه قيادت ڪري، سقراط پنهنجي وقت ۾ ته نهيو پر هر دور ۽ هر صديءَ جو وڏو ماڻهو آهي، جيتوڻيڪ هو ڪنهن انقلابي فاتحانه تحريڪ کي پنهنجي سر منزل مقصود تي پهچائي نه سگهيو هو.] پر فڪري طرح هو، ڪنهن به طرح انهن کان گهٽ ناهي ۽ هي تمام ٿورن ماڻهن کي خبر هوندي ته ’غير جانبدار تحريڪ‘ جو حقيقي باني جي. ايم. سيد آهي، جنهن غالباً 1952ع ۾ جواهر لال نهروءَ جي دماغ ۾ اها ڳالهه ويهاري هئي ۽ جنهن کي ٻڌي جواهر لال انهيءَ رٿ کي هن ’صديءَ جو معجزو‘ قرار ڏنو هو، پر آءٌ جڏهن به اهڙي ڳالهه ڪندو آهيان ته سيدنا هڪدم ناراض ٿي چوندو آهي، ”هون! وڏو آيو آهي اسان کي سياست سيکارڻ وارو! ميان، جنهن سنڌ جي تون ڳالهه ٿو ڪرين اُها سموري سنڌ مون پيادل گهمي ڏٺي آهي. ”آءٌ چوندو آهيان.“ اوهان سڙيل ڪانگريسي ۽ لڪير جا فقير آهيو.“ يڪدم ڪاوڙجي ويندو آهي. ”سڙيل صرف مسلم ليگي ٿيندو آهي، ڪانگريسي هر وقت بهارن جي ڳاڙهن گوئنچن وانگر تازو توانو هوندو آهي، چو ته سندس واسطو ڌرتي ۽ عام ماڻهوءَ سان هوندو آهي. جتان هر روز کيس نوان خيال پيا ملندا آهن. ڪانگريسي کي مقبول پٽ ڌڻي پنهنجي عوام ۽ قوم سان ’نئين سر نئون مينهن‘ لڳل هوندو آهي.

آءٌ جيئن مٿي عرض ڪري آيو آهيان ته محمد صالح عاجز کي سنڌ جي نه رڳو تاريخ پر جاگرافيءَ تي به عبور حاصل آهي، انهيءَ

سلسلي ۾ هن، عربن جي حملن جي لڪن، لنگهن، گهٽن، گهيڙن، دريائي رستن، ڍنڍن ۽ قلعن ۽ سنڌي فوجن جي چائوٽين تي زبردست تحقيق ڪري صحيح جاين ۽ مقامن جي نشان دهي ڪئي آهي. مهاراجا ڏاهر جي سرمائي تخت گاهه، آخري جنگ ۽ سندس شهادت واري جاءِ به ڳولي لڌي اٿس، پر هن وقت سنڌ جي تاريخ تي جن ’نام نهاد ابن فلدونن‘ جو قبضو آهي، سي سندس معلومات مان ڪو به فائدو وٺڻ لاءِ ان ڪري تيار ناهن، جو انهيءَ معلومات سان انهن جي ’خيالي قلعن‘ جون ديوارون ڊهي اچي پٽ پونديون. هڪ وقت هو جو مهاتما گانڌي پوري هندوستان جي ڳوٺن جو سروي ڪرايو هو. سندس ذهن ۾ آزاد هندوستان جي حڪومت جا مرڪز ۽ اقتدار جا سرچشما ڳوٺ هئڻ کپندا هئا ۽ انهن جون اسيمبليون خودمختيار ۽ صحيح معنيٰ ۾ عوام جون عيوضي هونديون. مهاتا مزاج ۽ طبيعت جي ڪري هڪ خالص ۽ پڪو ايشيائي هو، ان ڪري هن ايشيا جي سر زمين لاءِ مغرب جي پارلياماني نظام جي بدران ’پئنچا تي نظام‘ کي موزون ۽ مناسب ٿي سمجهيو. ان لاءِ هن مختلف ٽولا ۽ جٿا مقرر ڪيا هئا، جيڪي ڳوٺن جي جاچ پڙتال ڪري کيس هڪ مڪمل رپورٽ پيش ڪن. اهڙي رپورٽ جو خلاصو ڪانگريس طرفان ڇپيو هو، جنهن جو نالو هو ’مهاتما ۽ ڳوٺ‘ انهيءَ رپورٽ ۾ هندوستان جي ڳوٺن جو تعداد ۽ انهن لاءِ رٿيل پروگرام ڏنو ويو هو. سنڌ ۾ اهڙي ٽيم ۾ محمد صالح عاجز به شامل هو. اهڙين سڀني ٽيمن، ٽولن ۽ جٿن لاءِ ضروري هو ته اهي پنهنجو سمورو ڪم پيادل ۽ بنا

سواريءَ جي ڪن. محمد صالح عاجز کي انهيءَ گشت وڏو فائدو پهچايو ۽ اڄ هو ڪارونجهر کان ڪشمور تائين سموري سنڌ جي هر ڳوٺ کان واقف آهي ۽ گهڻو ڪري هر ڳوٺ سندس ڏٺل هوندو. هڪ ڀيري منهنجي پياري دوست خير محمد شوري جو عاجز صاحب سان تعارف ڪرايم. پڇيائين ڪٿي ويٺو آهين، جواب مليس، "ساندڪي!" خير محمد، ساندڪيءَ جو نالو ورتو ته عاجز صاحب ساندڪيءَ جو پورو جاگرافيائي نقشو ٺاهي ڪڍي اڳيان رکيس. پڇاڙيءَ ۾ پڇڻ لڳو ساندڪيءَ ۾ حاجي علي محمد شورو رهي ٿو، خير محمد چيو: "ها، منهنجو چاچو آهي." [هن وقت معصوم] اهڙيءَ ريت ساڻس ڪيترا ماڻهو ملايا اٿم رڳو آزمودو وٺڻ لاءِ، پر مجال آهي جو عاجز صاحب کان انهن جي ڳوٺ جي باري ۾ ڪا پل چڪ ٿئي. هڪ ڀيري بني سر جو هڪ همراه ساڻس ملايم. پڇيائين بني سر روڊ ويٺو آهين، يا بني سر شهر، جيڪو پٽ جي هنج ۾ آهي ۽ منهنجي سونهن جي ڏاڪ اسان جي سنڌي لوڪ شاعريءَ ۾ چوٽ چڙهيل آهي. هن وراڻيو بني شهر ۾. پوءِ کانئس مختلف پاڙن ۽ انهن پاڙن جي پڙيلن جي باري ۾ پڇندو رهيو ۽ مون کي حيرت انهيءَ ڳالهه تان لڳي جو بني سر جي باري ۾ ان ماڻهو کي ايتري خبر نه هئي، جيتري عاجز صاحب کي، هڪ ڏينهن ڪنهن محفل ۾ مون بني سر جو ذڪر ڇيڙيو. هڪ دوست ساوڻ فقير ۽ مل محمود جي شاعريءَ مان بني سر جي عورتن جي حسن جا حوالا ڏئي عاجز کان پڇيو ته ڪڏهن توهان اهي "بني سر جون نام ڪثيون" ڏٺيون؟ هڪدم ٺڏو ساهه ڪڍي وراڻيائين. "ادا آءٌ

ته اڃا هن ڌرتيءَ جو حسن پوريءَ ريت نه ڏسي سگهيو آهيان. جڏهن ڌرتيءَ جو حسن ڏسي پورو ڪيم ان ڏينهن ڌرتي جاين جي حسن ڏانهن ڌيان ڏيندس ۽ پوءِ ٻنهيءَ حسنن ملائي فيصلو ڪندس ته سنڌ جي سونهن انهن ماڻهن جي ڪري آهي يا سنڌ جي سونهن انهن ماڻهن تي پنهنجو اولڙو وڌو آهي. پٽ ڌڻيءَ جي شاعريءَ ۾ ٻئي اهڃاڻ ملن ٿا.

حسن هوت پنهونءَ جي ڪڪوريو ڪوهيار،
سج ڪيائين سرهي، واسيائين وڻڪار

سرمائيءَ ۾ ان جي ابتڙ اثر ملي ٿو ته، ”مارو ان ڪري حسين آهن، محبوب آهن جو ٿرن ۽ مليرن ۾ رهن ٿا ۽ مارئيءَ جي نظر ۾ قدرت پنهنجو پورو حسن ’ملير‘ تي پلٽي ان کي سموري دنيا ۾ سهڻو، سندر، پاڪ بهترين ۽ مهڪندڙ بڻائي ڇڏيو آهي.“
هڪ پيرو آءٌ ۽ عاجز صاحب هو، اسٽيڊ هال وارو رستو ڏئي قلعي ڏانهن وڃي رهيا هئاسين. اڌ پنڌ مس ڪيوسين ته عاجز صاحب ڇيله تي هٿ ڏئي ٿڌو شوڪارو ڀري چيو: ”بيهه، ساهي پٽون.“ چيم: ”سيدنا ٿڪجي پيو آهين يا پوڙهو ٿي ويو آهين؟“ منهنجي ايتري چوڻ تي اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيس. ڀريل گلي سان چوڻ لڳو: ”ادا آءٌ ۽ مون جهڙا ٻيا سوين ڪارڪن 14 آگسٽ 1946ع تي پوڙها ٿي پياسين ۽ اسان جون ڇيلهون ڇڀيون ٿي ويون، جنهن ڏينهن اسان کي خبر پئي ته

اسان جنهن مقصد لاءِ جيل ڪاٽيا هئا، ڦٽڪا کاڌا هئا ان مقصد تي پاڻي ڦري چڪو آهي. تو کي خبر آهي ته جڏهن 1945ع ۾ مهاپاري لڙائي ختم ٿي، ڪانگريسي رهنما آزاد ٿيڻ لڳا. ان وقت اسان سان گڏ سکر جيل ۾ هڪ اڻ پڙهيل ڪانگريسي ڪارڪن هو، ”عبدالغفور کوسو.“ جڏهن کيس خبر پئي ته هندوستان آزاد ٿي رهيو آهي. ان وقت بوڙندو دادا جيرامداس وٽ ويو ۽ کيس ڏاڍي جذباتي انداز ۾ چيائين ته دادا! هندوستان مان فرنگي وڃي رهيو آهي. مهرباني فرمائي مهاتما کي وائرليس [ٽيليفون] ڪريو ته سنڌ کي نه وساري، پر افسوس جو ڪيترن عبدالغفور کوسن جي معصوم خواهشن جي خلاف حالتن ڦيرو کاڌو ۽ اهي جانباز ڪانگريسي جنگي انگريز جو پورو جاهه جلال ڪمزور ڪري نه سگهيو هو، سي 14 آگسٽ تي پاڻ کي ويڳاڻو محسوس ڪرڻ لڳا ۽ ڪيترا ته پنهنجو دماغي توازن وڃائي ويٺا. هي اسين آهيون جو ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ رڙهندا پيا اچون، جهڙي طريقي سان آزادي ملي ان مان ئي اسان سمجهي ورتو هو ته هاڻي اسان سڀ کهڙي ۽ غلام حسين جهڙن جلادن جي رحم ڪرم تي آهيون، ۽ سنڌ هاڻي الهه بخش جي نظرئي ۽ جي. ايم. سيد لاءِ به جيل خانو بنجي ويندي.

عاجز صاحب جڏهن به آزاديءَ جي جنگ ۽ ان دوران قيد خانن ۾ قومپرست ڪانگريسين جي سرفروشانه ڪارنامن جو ذڪر ڪندو آهي، ان وقت آءٌ ٻڇندي ٻڇندي کيس عرض ڪندو آهيان ته: ”سائين! مهرباني ڪري اهي ڳالهيون لکو.“ ”ادا لکون وري ڪيئن؟ پئسو

ناهي؟” پئسو نه آهي.“ سندس تقيه ڪلام آهي. سائين الهه بخش تي مضمون لکي ڏيو، جواب ملندو. ”پئسو ناهي.“ پنهنجيون يادگيريون لکو. ”پئسو ناهي.“ سنڌ جي تاريخ تي پنهنجي تحقيق کي قلم بند ڪريو ته سنڌي قوم تي وڏو احسان ٿيندو. ”احسان وري ڏوڙ ٿيندو پئسو ناهي.“ پئسو ايترو ڪونهي جو ہن وقتن جي ماني کائي سگهجي اهڙي حالت ۾ وري ڪيئن لکبو.“ سائين سنڌي نوجوانن کي سنڌ جي تاريخ ۽ سياست تي ڪو ليڪچر ڏيو. ”بيوقوف آهين ڇا، پئسو ڪٿي آهي. اخبار جي اشتهارن جا پئسا مليا ناهن. اخبار جون ڪافي ڪاپيون ڇپجي ڪو نه سگهيون آهن. هاڻي اخبار جو اجازت نامو رد ٿيڻ جو ڪٿڪو آهي، توکي لڳي آهي ليڪچر ڏيڻ جي، هون.“ پئسي جي جهوري سنڌ ۾ ڪن خاص ماڻهن کي هر وقت لڳي رهندي آهي. جيئن محمد عثمان ڏيپلائي. ان کي هر پارٽي ۽ ان جي ڪارڪنن ۾ اختلاف پئسن جي ڪري نظر ايندو آهي. پليجو ۽ پٽڙ [محمد قاسم] ڇو وڙهيا. ڇئي فلاڻي حڪومت کان چاليهه لک مليا هئا. پليجو کائي ويو، پٽڙ کي حصو ڪو نه مليو، بس همراهه وڙهي پيا. ڄام ساقيءَ جا اين ڊي پي، سان اختلاف ڇو ٿيا، ڏيپلائي جو تجزيو هوندو روس وارن هڪ ڪروڙ رپيا ڏنا هئا، اين ڊي پي لاءِ وچ ۾ ڄام ساقي ۽ اعزاز نذير کائي ويا، پوءِ بيگم ولي ڪاوڙجي انهيءَ سموري ٺولي کي پارٽيءَ مان ڪڍي ڇڏيو. شاهه محمد شاهه ۽ آريسر ڇو ڌار ٿيا. پنجن لکن جي رقم تان. جهڙو ڪر سپني کي چيڪ ڏيپلائي صاحب پاڻ هٿن سان لکي ڏنا هئا. ڪجهه وقت پليجي ۾ به اها

بيماري هئي ته گهوڙا سيڻي کي پئسا ٿا ملن رهجي رڳو آءٌ ويو آهيان. حالانڪ چين جي انقلاب ۽ بنگال ۾ پارٽ جي مداخلت جي مذمت سيڻي کان وڌيڪ مُون ڪئي آهي، پر پئسو سارو ڊينڊڙا ۽ نقلي ترقي پسند کائي ويا.
عاجز صاحب جيئن ته پراڻو سياستدان ۽ صحافي آهي ۽ کيس خبر آهي ته پارٽين ۽ فردن کي پئسا ملڻ واريون ڳالهيون سپ افسانا هونديون آهن، ان ڪري هو ڪنهن تي به الزام نه مڙهيندو آهي. رڳو وٽس پئسي نه هجڻ جي تسبيح پڙهندو رهندو آهي. هڪ پئسو ڪونهي، ٻيو "بادي آهي." عاجز صاحب فلاڻي شيءِ ته کاراءِ! باھ ڏينس، بادي آهي، خواه مخواه بيماري پيدا ڪندي. ويندو نياز جي گهر، شيرين پاڃي ۾ چا آهي، پينديون ۽ مڇي... چري، ڪيترا دفعا سمجهايو اٿم ته بادي پيدا ڪندڙ شيون نه رڌيندي ڪر، مري وياسون. چڱو ڪٽي اچ، پر ڪجھ سرس. نياز جو حصو به مون کي ڏئي، هو پاڻي هوٽل تان وٺي کائيندو، وري نظر پوندس انجم نياز جي ڏيءَ تي شيءِ کائي پئي، ٻيبي چا پئي کائين، مولوي صاحب پڪوڙا ۽ مٺائي، چوري اڳئين دفعي نه سمجهايو هوم ته بادي شيون نه کائيندي ڪر. چڱو ڪجھ ته مون کي ڏي، پر ٻڌ خرچيءَ مان ڪيترا پئسا بچايا اٿئي. چاچا کي اڌارا ڏي، اخبار جا اشتهار ملندا ته موٽائي ڏيندس پر ٻڌ، هن چرئي [نياز] کي نه ٻڌائجان. انجم پورائيءَ وچان سمورا پئسا ڏئي ڇڏيندي آهي، ۽ نه نياز کي نه وري ماڻس کي ٻڌائيندي آهي. پوءِ نه اخبار کي اشتهار ملندا آهن نه وري انجم کي

قرض واپس ملندو آهي. انجم ڪڏهن مون کي ٻڌائيندي آهي ته هيترا پئسا سيدنا کي ڏنا هوم، چو ڏنئي؟ اها ڪڏهن به واپس ڪو نه ملندا. اها ته مون کي به خبر آهي، پوءِ بابا چو ڏنئي، ٺهڪ ڏئي چوندي آهي ته پاڻهي بادي شيون کائي موٽي ايندو، بابا وٽ دوا لاءِ. پوءِ ٻه چار ڳالهيون ٻڌي سگهنداسون، پر پئسن ملڻ کان پوءِ سيدنا مهينن تائين گم هوندو آهي، بادي شين جي ڪري بيمار ٿيندو آهي ته هليو ويندو آهي. ڪراچي [پانگورين جي ڳوٺ] ۾ يا جوٽيجن وٽ. اتي آرام به ڪندو آهي ته بادي باديءَ جي رٿ به لڳايو ويٺو هوندو آهي.

جڏهن نياز جي گهر ترسيل هوندو آهي ۽ اتفاق سان رمضان جو مهينو به هوندو هو ته ڏاڍيون مزيدار ڳالهيون ٿينديون آهن. نياز صاحب جي گهر واري ۽ ڌيءَ روزا رکنديون آهن، رات جو سمهڻ وقت پڇنديون آهن ته مولانا عاجز صاحب روزو رکندؤ، اها به ڪا پڇڻ جهڙي ڳالهه آهي. ڪير مسلمان هوندو جيڪو روزو نه رکندو، پر سحري تي بادي شيون نه ٺاهجو. خير سحري تي عاجز صاحب اٿندو، بادي، قبضي، هوائي، سڀ شيون چانهه ۽ ڏونري سميت کائي لٽ کوڙي سمهي رهندو. نياز جي پرسان چانديا رهندا هئا سي به عاجز صاحب جا معتقد هوندا هئا. صبح جو ساجهر عاجز صاحب وڃي امان الله خان چانڊئي وارن وٽ نڪاءُ ڪندو. اُهي روزا ڪو نه رکندا هئا. مولانا جيئن ئي فليٽ ۾ داخل ٿيندو ته ڪو نه ڪو ماڻهو پڇندس مولانا

روزو آهي يا احترام. بابا ڪيترا دفعا سمجهايو اٿم ته اهو ڪهڙو بدبخت انسان هوندو جنهن کي احترام نه هجي.
[احترام لاڙڪاڻي وارن جو اصطلاح آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ته روزو ڪونهي]

ڪاڌي پيتي جي شيءِ ڪا هجي ته ڪٿي اچو پر اهو خيال رهي ته بادي پيدا ڪندڙ شيءِ نه هجي. جڏهن طعام وٽس پهچي ويو پوءِ ان ۾ ڪا به بادي واري شيءِ رهندي ئي ڪا نه. آءٌ جيئن مٿي عرض ڪري آيو آهيان ته جنگ آزاديءَ جي باري ۾ ڪانئس جڏهن به ڪجهه معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي ته پئسي نه هجڻ جو چئي ٽاري ڇڏيندو آهي، پر هڪ ڏينهن نياز صاحب، عالماڻي [عبدالحق] مرحوم ۽ مون پڪو ارادو ڪيو ته اڄ ڪانئس ضرور ڪجهه معلوم ڪنداسين. ان ڏينهن نياز صاحب جا ٻار مائٽن ۾ ڪراچي ويل هئا. سيدنا کي عالماڻي مرحوم جي زور بار تي بادي هوائي شيون کارائي نياز جي فليٽ ۾ ترسايو سين. عالماڻي مرحوم ٽيپ رڪارڊ به ڪٿي آيو. عاجز صاحب جي ٽيپ تي نظر پوڻ ۽ ٽپ ڏئي ڪٽ تان اٿڻ. چئي جيستائين اها شيءِ هوندي آءٌ هڪڙو اکر به ڪو نه ڳالهائيندس، اوهان کي خبر ڪهڙي ته پاڻي پيو ٻري. اسان پراڻن ڪانگريسين تي ته سخت چوڪسي آهي. خير ٽيپ بند ڪري ٻئي ڪمري ۾ رکيوسين. بجلي تي هلندڙ چانهه جي ڪتلي تيار ڪري رکي وئي. اسان ٽيئي باادب ۽ باملاحظه ڪرسين تي. سيدنا ناس جي دٻي ۽ ڪاڌيءَ جي رومال سميت نياز جي سمهڻ واري ڪٽ

تي ٿي ويئو ۽ وچت شروع ٿي. اسان ڏاڍا خوش ته اڄوڪي رات ۾
اسان علم، ادب، تاريخ ۽ آزاديءَ جي جنگ جي موضوع تي تمام
گهڻو ذخيرو گڏ ڪري ونڊاسون پر هاءِ ڙي قسمت.

مولانا تاج محمود امروٽي سنڌ ۾ انگريزي سامراجيت جو سڀ
کان وڏو دشمن ۽ هندو مسلم اتحاد جو پيغمبر ۽ آزاديءَ جو ڪوڏيو
هو. غالباً 1916ع ۾ پهرين مهاپاري لڙائي هلندي، ٺلِ ۾ هڪ عام
جلسي کي خطاب ڪندي حضرت امروٽي پنهنجو هڪ مشهور نظم
پڙهيو هو، جنهن ۾ جارج ڇهين جو نالو وٺي برصغير مان سندس ٽيڙ
ويڙهڻ لاءِ سنڌ جي عوام کي اپيل ڪئي وئي هئي،

[هن موقعي تي عاجز صاحب اهو نظم به ٻڌايو جيڪو ٽيپ نه ٿيڻ
جي صورت ۾ ياد رهي نه سگهيو.]

شايد اِهو پهريون موقعو هو جو ذري گهٽ روءِ زمين جي بادشاھ کي
سنڌ جي هڪ مذهبي ۽ روحاني رهنما برسر عام للڪاريو هو. سنڌ
جي ادارن طرفان انگريزي دور جي سامراج دشمن شاعريءَ تي ڪو
به ڪم ڪو نه ٿيو آهي. امروٽي مرحوم جي سامراج دمشن شاعري
بنھ وڏي پائي جي آهي. سنڌيالاجي يا ادبي بورڊ کي گهرجي ته اهو
ڪم ڪنهن عالم ۽ اديب جي حوالي ڪن جيڪو امروٽي مرحوم جي
سامراج دشمن شاعري خاص طرح ۽ ٻي شاعري عام طرح گڏ
ڪري. امروٽي مرحوم جو اهو قدم قانون هند.... جي فلاڻي دفعي
هيٺ آيو ٿي، جنهن جي سزا ڪارو پاڻي، عمر قيد يا جلا وطني ٿي
سگهي ٿي، پر سنڌ جي هن حريت پسند فقير کي انهيءَ ڳالھ جي ڪا

به پرواھ ڪانه ھئي. حضرت امروٽي وٽ ڪيترائي ھندو مسلمان ٿيڻ لاءِ ايندا ھئا. جنھن تان مقدمي بازيون ٿينديون ھيون، ڪي ڪٽر فرقه پرستيءَ جا پوڄاري ان ڪي سياست ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪندا ھئا ۽ اھو مشھور ڪيو ويو ته حضرت امروٽي ھندن ۽ ڪانگريس جو دشمن آھي. انھيءَ عرصي ۾ ماحول ۾ رڪن جي پرسان ڪانگريس ھڪ جلسو ڪوٺايو. تر جي مسلم ليگي سردارن ھڪ سازش تحت انھيءَ جلسي کي ڦٽائڻ ۽ جلسي ۾ شريڪ رھنمائن تي قاتلانه حملا ڪرائڻ جي ڪوشش جي رٿ تيار ڪئي. اھا خبر جڏھن حضرت امروٽي کي پھتي ته ھڪدم فقيرن جو لشڪر گڏ ڪري جلسي گاھ ۾ پھچي تر جي زميندار کي گھرائي چيائين ته ڪانگريس جي ڪنھن به ڪارڪن کي نقصان پھتو يا جلسي ۾ گڙ بڙ ٿي ته آءٌ تنھنجيون مڇون پٽي..... ۾ لنگھائي ڇڏيندس. ھڪ پيرو ڪنھن ماڻھو حضرت امروٽيءَ کان زڪوات جو مسئلو پڇيو ته ڪاوڙ ۾ جواب ڏنائين، اھو مسئلو مولوي اميد علي کان پڇ، مون کان اھو پڇ ته گانڌيءَ سان گڏجي انگريزي اقتدار کي ڪيئن ٽڏي ملڪ مان ڪڍجي. سکر ۾ جواھر لال يا ٻيو ڪو رھنما آيل ھو، مغرب جي نماز جو وقت ٿي ويو ھو، ٻانگ ٿي چڪي ھئي پر حضرت امروٽي ان رھنما سان ڳالھين ۾ مصروف ھو. فقيرن چيو سائين نماز جو وقت ٿي ويو آھي، اٿو ھلون نماز قضا ٿي ويندي، حضرت امروٽي جواب ڏنو مغرب جي نماز روزانه ايندي آھي، پر نھرو روزانه ڪو نه ايندو آھي ۽ نه وري ھن مسئلي تي ھڙي نموني ڳالھائڻ جا روز موقعا

ملندا. اها هئي حضرت امروٽي جي سامراج دشمني ۽ حب الوطني، منهنجو والد حضرت امروٽي جو مريد هو، ان ڪري فطري طرح انگريز دشمني سندس رڳ رڳ ۾ پريل هئي. والد صاحب ننڍي هوندي مون کي اسڪول ۾ پڙهڻ ويهاريو هو، ان وقت اسڪولي ڪتابن ۾ انگريز بادشاه جي تعريف ۾ لکيل مرزا قليچ بيگ جو هڪ نظم پڙهايو ۽ ياد ڪرايو ويندو هو. [اسان جي شاهه پنجم کي خدايا تون سلامت رک!‘] هڪ ڏينهن منهنجو والد مرحوم منجهند جو جيئن ٻنيءَ تان ڪم ڪار ڪري موٽيو ته ان وقت آءٌ جارج ڇهين جي شان ۾ لکيل قصيدو ياد ڪري رهيو هوس، اها حالت ڏسي والد صاحب اچي مون کي لڪڻ سان ورتو هٽي منهنجو هڏ گڏ پچي چڏيائين. چئي نامراد تون منهنجي گهر ۾ پليت فرنگيءَ جي حڪومت جي مضبوطيءَ لاءِ دعائون گهري رهيو آهين. بس ان ڏينهن کان منهنجو اسڪول وڃڻ بند. اڳتي هلي قدرتي طرح مون کي انگريز ۽ سندس وفادارن سان دشمني پيدا ٿي پئي ۽ مون قومي زندگيءَ ۾ قدم ڪانگريس جي پليٽ فارم تان رکيو. اهو اهڙو رشتو هو جيڪو ڪڏهن به ختم نه ٿيو. انهيءَ پليٽ فارم تان اڳتي هلي آءٌ پنهنجي وقت جو پرجوش نوجوان مقرر بنجي ويس.
ڪانگريس واضح ٻن ڌڙن ۾ تقسيم ٿي وئي، ڪانگريس جو هڪ ڌڙو ملڪ ۾ هٿياربند جدوجهد وسيلي آزادي حاصل ڪرڻ جو حامي هو، انهيءَ ڌڙي جي قيادت نيتا جي سڀاش چندر بوس ڪري رهيو هو ته ٻيو ڌڙو مهاتما گانڌيءَ جي قيادت ۾ عدم تشدد ذريعي آزادي

حاصل ڪرڻ جو حامي هو. آءٌ مهاتما واري ڌڙي سان لاڳاپيل هوس. ٻنهيءَ ڌڙن جي نظرياتي ڇڪتاڻ ۽ ويڙهه پنهنجي عروج ۽ اوج تي پهچي وئي هئي. انهيءَ ڇڪتاڻ واري ماحول ۾ ڪانگريس جو ساليانو ميڙ ڪٺو ٿيو، جنهن ۾ ڪانگريس جو نئون صدر چونڊجڻو هو. سنڌ مان ووٽ ڏيڻ لاءِ جيڪو وفد وڃڻو هو، ان ۾ هڪ مشهور ڪانگريسي خاتون..... پنهنجي جاءِ تي مون کي موڪليو. ڪانگريس جي صدارت لاءِ ٻه اميدوار هئا، نيتا جي سڀاش چندر بوس ۽ ڊاڪٽر رام سيتا، ڊاڪٽر صاحب لاءِ نه صرف مهاتما گانڌي اهو اعلان ڪيو ته هو منهنجو اميدوار آهي، پر گانڌيءَ جيءَ جي ڪيئمپ مان هر هڪ ڪلاڪ کان پوءِ لکن جي تعداد ۾ بوليٽن جاري ٿيندو رهيو ته ڪانگريس واديو ائين سمجهيو ته گانڌي ۽ بوس جي وچ ۾ سنئون سڌو مقابلو ٿي رهيو آهي. هوڏانهن بوس طرفان اعلان جاري ٿيندو هو ته چرخو هن مشيني دور ۾ هند واسين جا اگهاڙا جسم نه ڍڪي سگهي، سو کهڙي آزادي وٺي ڏيندو، نوجوان ڪانگريس پارت ماتا رت جو ٻليدان ٿي گهري. اوهان رت ڏيو، آءٌ اوهان کي آزادي وٺي ڏيندس. بوس سخت بيمار هو ۽ اسٽريچر تي پاڻ کڻائي آيو هو. نيٺ اليڪشن ٿي جنهن ۾ بوس وڏي اڪثريت سان کٽيو، مون ووٽ سڀاش باجوا کي ڏنو. بوس جي فتح کان پوءِ ان ميمبرن تي مشتمل ورڪنگ ڪاميٽي وجود ۾ آئي، جنهن ۾ 12 ميمبر مهاتما جي ڌڙي جا هئا ته 3 سڀاش بابو جا هم خيال. نيتا جيءَ جي لکيل صدارتي تقرير مولانا آزاد پڙهي ٻڌائي، اجا تقرير ختم ئي مس

ٿي ته گانڌيءَ مهراج جي ڪئمپ مان بوليٽن جاري ٿيو ته آءٌ يعني گانڌي ڪانگريس کان الڳ ٿي رهيو آهيان، انهيءَ اعلان کان هڪدم پوءِ بوس جي ورڪنگ ڪاميٽي استعيفا ڏيڻ شروع ڪئي. پهريون ماڻهو غفار خان هو، جنهن ورڪنگ ڪاميٽي تان استعيفيٰ ڏني، ٻئي نمبر تي ڊاڪٽر راجندر پرشاد، ٽئي نمبر تي جواهر لال نهرو پوءِ سردار پٽيل، آچاريا ڪرپلاڻي مطلب ته گانڌيءَ جي ڌڙي جا 11 ميمبر ورڪنگ ڪاميٽيءَ تان استعيفيٰ ڏئي ويا. سواءِ مولانا آزاد جي، اها حالت ڏسي بنگال جي بهادر ۽ باهمت رهما وسيع دل کان ڪم وٺندي صدارت تان استعيفيٰ ڏئي ڇڏي ۽ اهڙي ريت هندوستان ۾ سندس سياست ختم ٿي وئي ۽ ڪنهن وقت ۾ لاڙڪاڻي کان نئين ديري ۽ رتي ديري ڏانهن ٽرانسپورٽ جو ڪو خاص انتظام ڪو نه هو. ان ڪري انهن شهرن جا هندو واپاري ٻيل گاڏين تي پنهنجو سامان کڻي ئي ويندا هئا. مسلمان خدا جي فضل سان اڌ سامان وچ ۾ غائب ڪري ڇڏيندا هئا، جڏهن مالڪ انهن گاڏرن کان سامان کڻڻ جي شڪايت ڪندا هئا ته واٽ ۾ سامان ڪري پوڻ جو بهانو ڪري جان ڇڏائيندا هئا. اها حالت ڏسي لاڙڪاڻي جي هندو پنچائت فيصلو ڪيو ته پاڻ ۾ ڦوڙي ڪري ٽرڪون وٺجن، جيئن گاڏرن جي چوريءَ مان جان ڇٽي. انهيءَ فيصلي تي عمل ٿيو، ٽرڪون اچي ويون سامان ٽرڪن تي اچڻ وڃڻ لڳو. نيرين گوڏن وارا گاتور سمورا بيروزگار ٿي ويا. اها خبر سنڌ ڪانگريس جي صدر دادا جيرام داس دولت رام کي پئي. ان سموري سنڌ جي ڪانگريسين کي اپيل ڪئي ته فلاڻي

ڏينهن ۾ فلاڻي تاريخ لاڙئي ۾ اچي گڏ ٿيو. سڀ ڪانگريسي مقرره تاريخ تي لاڙڪاڻي پهچي ويا. اتي جلسي ۾ اعلان ڪيو ويو ته سلمان بيل گاڏين وارن کي بيروزگار ڪرڻ وارو لاڙڪاڻي پنچائت جيڪو فيصلوڪيو آهي، سو مهاتما جي آدرشن جي خلاف آهي، اسان انهيءَ فيصلي جي خلاف اڄ ڏينهن کان ٿرڪن جي لنگهڻ وارن گسن تي سٿي پنهنجي احتجاجج جو آغاز ڪنداسون ۽ اهو احتجاج سنڌ ڪانگريس جي صدر جيرام داس دولت رام جي اڳواڻيءَ ۾ ان وقت تائين جاري رهندو جيستائين هندو سيٺين ٿرڪون نه وڪيون آهن. لاڙڪاڻي شهر ۾ جڏهن اها خبر پهتي ته قهرام مچي ويو. ٻارن دڪاندارن تي پٿر اڇلائڻ شروع ڪيا. ديوين گند ڪچرو گرم پاڻي اڇلائڻ سان گڏ باقاعدي اوسارا ڪيڻ شروع ڪيا ته دادا لاڙڪاڻي جي گرميءَ ۾ به رستي جي وچ تي سنتو پيو کي ۽ لاڙڪاڻي جي پاڇي پنچائت ٿرڪن تان هٿ نه ٿي کڻي. اسان کي پئسو نه پر هندو مسلم ايڪتا ۽ سنڌ جي آزادي گهرجي. انهيءَ صورتحال کي ڏسي لاڙڪاڻي جي پنچائت فيصلو واپس ورتو ۽ ٿرڪون ڪانگريس کي فنڊ ۾ ڏنيون ويون. آءٌ انهيءَ احتجاجي معرڪي ۾ شامل هوس. اسان اهو ميدان کٽيو ته ٻئي ڏينهن شيخ عبدالمجيد سنڌي واري الوحيد ۾ وڏين سرخين سان بيان ڇپيو ته: ”ڪانگريس طرفان هڪ ٻي سازش، مسلمانن جي ايمان خريد ڪرڻ جي ڪوشش، پر مسلمان ڪانگريس جي انهيءَ فريب ۾ نه ايندا.“

ٻي مهاڀاري لڙائيءَ ۾ سنڌ ۾ ڊفينس آف انڊيا ريگيوليشن جو ڀهريون سياسي قيدي آءٌ هوس. ان وقت مون کي ٽي سال سزا لڳي هئي ۽ آءٌ سکر جيل ۾ هوس. انهيءَ عرصي ۾ سنڌ جو امر انسان هيمون ڪالاڻي به سکر جيل ۾ هو. سندس ڪيس مشهور آهي، پر آءٌ رڳو سندس بهادري جا ٻه واقعا بيان ڪندس، انگريزن جي عدالت هيمون کي موت جي سزا ڏئي چڪي هئي، انگريز حاڪمن جي مرضي هئي ته ڪيس ماريو نه وڃي. ان لاءِ انگريزن چاهيو پئي ته هيمون صرف ايترو لکي ڏئي ته مون جيڪي ڪجهه ڪيو آهي، مون کي ان تي پشيماني آهي. ان لاءِ سندس ماتا کي آندو ويو ته اها ڪانئس اهي اکر لکائي، پر هيمون ماتا کي جواب ڏنو ته هڪ ماتا تون آهين، ٻي ماتا تنهنجي ۽ منهنجي ٻنهيءَ جي سنڌ آهي، اها چوي ٿي ته جيڪو بزدل ٿي پنهنجي عمل تي پڇتاءُ جو اظهار ڪندو سو منهنجو حلالي ٻچو ناهي. هاڻ تون فيصلو ڪر ته مون کي ڇا ڪرڻ گهرجي. ماءُ دعائون ڏيندي موڪلائي هلي وئي سندس اک ۾ ڳوڙهو به ڪو نه هو. ان ڪان پوءِ سنڌي ڪانگريس جي صدر کي وٽس موڪليو ويو، ان کي هيمون جواب ڏنو ته ”تون ڪهڙو بزدل ڪمانڊر آهين جو پنهنجن سپاهين کي بزدل ٿيڻ، پٺي وجڻ ۽ پنهنجي سرزمين، پنهنجن حقن واسطن تان دست بردار ٿيڻ جو چئي رهيو آهين، جڏهن ته غير ملڪي سامراجي طاقت تنهنجي ملڪ تي مسلط آهي ۽ قومي عظمت دريءَ ۾ مصروف آهي.“ وڌيڪ خبر چار مسٽر جي آر بلوچ وٽ هوندي جيڪو ان وقت ميڊيڪل سپرنٽينڊنٽ هو. جي آر بلوچ کان

ڪنهن به خبر ڪانه ورتي ۽ مسٽر بلوچ تازو لاڏاڻو ڪري ويو آهي.
آءٌ گانڌي جي سان مليو هوس، مون کان پڇيائين: ”شندھ سے آئے ہو،
شندھی بھاشا بڑی سندر اور اچھی ہے، میں جیرام داس سے شیکھ
رہا ہوں۔“ جواهر لال سان مليو ناهيان. باقي جوڌپور ۾ سندس تقرير
ٻڌي هئم. ساڻس گڏ اندرا گانڌي ۽ شيخ عبدالله به هئا. ان وقت جي
اندرا! ائين محسوس ٿيندو هو ته سيتا يا مريم پنهنجي جوانيءَ ۾ ڌرتيءَ
تي لهي آيون آهن.
مولانا آزاد سان ڪراچيءَ ۾ مليو هوس، مولانا احمد نگر مان آزاد
ٿيو هو، سنڌ ڪانگريس سان ڪنهن خاص مشوري لاءِ آيو هو. آءٌ
جڏهن مليس ته مولانا ڪو ڪتاب پڙهي رهيو هو، ڪتاب بند ڪري
مون کان پڇيائين: ”ہاں بھائی کیا حال ہے۔“ مولانا جو ايترو چوڻ ۽
منهنجو روئڻ ۾ شروع ٿيڻ. مولانا بس ڪرائڻ تي ۽ آءٌ روئڻ تي مون
کي سخت ڏک هو، ملڪ جي ورهاڱي جا آثار نظر اچي رهيا هئا ۽
سوچيم پئي ته هنن ماڻهن سان وري ملي سگهندس يا نه، ان ڪري
روئي رهيو هوس. جڏهن مولانا جي گهڻي اسرار تي ماٺ نه ڪيم ته
پنهنجي سيڪريٽري اجمل خان کي چيائين ته هن کي ٻاهر وٺي وڃ
پر آئينده هن مجنون جي اچڻ وڃڻ تي وقت جي ڪا به پابندي ناهي
ڪيس ڪڏهن به نه روڪجو. سيدنا ايترو چئي هڪدم اٿيو. عالماڻي
معصوم پڇيو ڪيڏانهن. چئي ڪاڪوس ۾ ويندس. اوهان کي گهڻو
ئي سمجهايم ته بادي شيون نه کارايو، هاڻي ڪچهري بند.
اسان ٽنهيءَ ڏاڍيون منٿون ميڙيون ڪيون پر هيو ٿيو خير. آخر ۾ اهو

به چيائين ته متان ڪو اهي ڳالهيون لکي.
مون هتي اختصار کان ڪم ورتو آهي باوجود بادي شيون کائڻ جي
سيدنا ان رات ڪافي ڪجھ ٻڌايو پر منهنجو حافظو ڪمزور ٿي ويو
آهي، ان ڪري ڳالهيون تمام گھٽيون رهجي ويون آهن.

# عبدالواحد آريسر
# نئين دور جا نوان چار درويش
# ٿيون درويش
# علڻ خان ٿيٻو (محمد سومار ٿيٻو)

خبر ناهي ڪيتري وقت کان ملندا رهيا هئاسين، پرڳڙي هائوس ۾، حيدرآباد جي ڪنهن روڊ رستي تي، مرڪزي اردو بورڊ جي لائبريريءَ ۾، سائين جي. ايم. سيد جي ڪچهريءَ ۾ ۽ قومي جلسن ۾. اهڙين ملاقاتن کي ڏينهن، هفتا ۽ سال ٿي ويا، پر انهن ۾ ڪڏهن به گهرائي ۽ پنهنجائپ پيدا نه ٿي، سرسري طرح ملياسين، مٿاڇريون خبرون، سائين جي. ايم. سيد جي صحت جي باري ۾ معلومات جو تبادلو ٿيو ۽ بس. اوچتو زندگيءَ جي ڪنهن مرحلي تي محسوس ڪيوسين ته اسان ٻئي پاڻ ۾ گهرا دوست بنجي ويا آهيون ۽

چڻ اها دوستي اسان جي اندر ۾ صدين کان نپجندي آئي آهي. ان دوستيءَ ۾ هلندي بکن ۽ ڏکن جا، خوشين ۽ مرستن جا، تڪليفن ۽ ڏاجهڙن جا، پر وقار زندگيءَ جي تلاش ۽ جستجوءِ ۾ موت جي منهن ۾ ڪاهي پوڻ وارا ڏينهن گڏ گذاريا ۽ انهن ڏينهن ۾ مون کي خبر پئي ته هن ٿلهي متاري ۽ بظاهر سست نظر ايندڙ انسان جي جسم ۾ ڪا فولادي مشين فٽ ٿيل آهي، جيڪا ڪيس هر وقت متحرڪ رکندي آهي ۽ وڏي کان وڏي خطري مان پار پوڻ جي لامحدود صلاحيت مجهس موجود آهي ۽ جنهن شيءِ کي ٿڪاوٽ، ڪمزوري، سستي، بزدلي يا هيٺائي چئجي سا ڪڏهن سندس ويجهو ئي نه مٿي آهي. اڇو مٿو، اڇيون مڇون، ميرا ڪپڙا، گهٽو ڪري ڪاڏي يا بافتي جا. وڏيل ميرا ننهن، مٿي تي گرمي توڙي سرديءَ ۾ گرم لوئيءَ جو بيدولو پٽڪو بڌل. ظاهري طرح جٽ نظر ايندڙ علڻ خان ٿيبو [اصلي نالو محمد سومار ٿيبو] انگريزيءَ تي مهارت رکندڙ ۽ ان سان گڏ گارين تي به وڏي مهارت رکندڙ آهي. گار ڏيڻ به هڪ فن آهي، فنائتي گار مزو به ڏيندي آهي. ان ۾ زبان ۽ ادب جي چاشني به هوندي آهي. علڻ خان کي گاريون ڏيڻ جو فن ايندو آهي پر هو ڪڏهن پلجي به انهيءَ فن مان ڪم نه وٺندو آهي ۽ جيڪڏهن علڻ جو ڪو جملو گار کان خالي رهيو ته چئبو اڄ علڻ خان ۾ ايڏي تبديلي آهي جيڏي تبديلي هندوستان پاڪستان آزاد ٿيڻ وقت ٿي هئي، هڪ دفعو ڪنهن وزير تي مضمون لکيائين جنهن جو عنوان هو ”ٽ همراه هنگي ڏنو.“ مضمون پيغام رسالي ۾ ڇپجڻ لاءِ نئين سنڌ پريس ڪراچيءَ ۾ مون

وٽ آيو، مون عنوان بدلائي رکيو ”ڪانهي جاءِ ڪنراٽن جي“ مضمون ڇپيو. علڻ ڏنو ته سندس عنوان بدليل آهي، سو هڪ ڏينهن مينهن واچ ڪندو اچي مون وٽ ڪراچيءَ ۾ پهتو ته تو منهنجو عنوان ڇو بدلايو. ڇيم خراب هو. خراب وري ڪيئن هو. منجهس تجنيس حرفي موجود هئي. اها وري ڪيئن؟ همراه ۾ جي شروع ۾ ه ته ”هنگي“ جي شروع ۾ ه. اهڙي ريت انهيءَ عنوان ۾ شاعرانه خوبي پيدا ٿي پئي هئي، جنهن جو بيڙو ٻوڙي ڇڏيو. عرض ڪيم: ”سائين، اوهان جي انهيءَ شاعرانه ذوق کي مدنظر رکندي مون به جيڪو عنوان قائم ڪيو آهي ان ۾ پڻ تجسنيس حرفي آهي، مثال طور ڪانهي جي منڍ ۾ ڪاف آهي ته ڪنواٽن جي اڳ وارو حرف ڪاف آهي. منهنجي انهيءَ وضاحت کان پوءِ مس مس وڃي مطمئن ٿيو، پر اهو افسوس رهيم ته سندس عنوان پيڪيدار ۽ دٻ وارو هو، جڏهن ته جيڪو عنوان مون ڏنو هو سو مبهم ۽ فير واضح هو، منجهس نماٽائي ۽ نهٺائي هئي، جيڪا ڪنهن به صورت ۾ نه هئڻ گهرجي ڇو ته اهڙن مادر ....... کي دٻ ڏيڻ سان ئي ڪم ٺهندو. ڪن اعليٰ سرڪاري حاڪمن، وزيرن، گورنرن سان ملاقاتون هجن يا پاڪستان جي چوٽيءَ جي سياستدانن جي ٽينگن ۾ شرڪت، بسٽرڪٽ ڪائونسل جون گڏجاڻيون هجن يا علمي ۽ ادبي اجتماع، علڻ خان جي مٿي ذڪر ڪيل لباس ۽ هلٽي ۾ ڪا به تبديلي نه هوندي آهي نه وري ڪيس ڪا انهيءَ باري ۾ ڳڻتي ئي هوندي آهي. ريل ۾ هجي يا هوائي جهاز ۾، موٽر ڪار ۾ هجي يا ڪنهن ڪٽارا بس ۾. نه

سندس گفتگو جي طرز بدلبي، نه لوئي جي پٽڪي ۾ ڪو ڦيرو ايندو. آءٌ جڏهن به ڪيس لوئي واري پٽڪي ۾ ڏسندو آهيان ته بي اختيار شاهه جي هي سٽ ياد ايندي اٿم:

آءٌ ڪيئن لوئي لاهيان ڪارڻ پن ڏينهان

جڏهن به لوئي وارو پٽڪو نه هوندو اٿس ۽ شاندار سفيد شهپر ڪنهن ڊنگ سان ٺيڪ ٺاڪ ٿيل هوندا آهن، ان وقت ائين لڳندو اٿم ڄڻ گوکلي، موتي لال نهرو ۽ آزاد جي ساٿين مان ڪو مدبر هاڻي هاڻي ڪانگريس جي اجلاس مان اٿي آيو آهي، ها پر اهو ضرور ياد رکجو ته جنهن ڏينهن ڪپڙا ڌوتل، وار سيٽ ٿيل ۽ پاڻ ڪنهن ڊنگائتي طريقي سان هلي رهيو آهي ته پڪ ڄاڻجو امداد محمد شاهه وٽان پيو اچي. علڻ خان جڏهن به امداد محمد شاهه وٽ ويندو آهي ته سائين امداد محمد شاهه زوري ڪيس پن ٽن ڏينهن لاءِ ترسائي ڪپڙا وغيره صاف ڪرائي پارن وانگر وهنجاري سهنجاري روانو ڪندو آهي ۽ ان سان گڏ اِها نصيحت به ضرور ڪندو آهي ته زبان تي ڪنٽرول رک. اها هر جملي تي گار ڏيڻ واري عادت ڇڏي ڏئي. ايتري نصيحت ڪان پوءِ جيڪڏهن سائين امداد محمد شاهه ڪيس ڪٿي ڪنهن ڪم لاءِ چيو ته فلاڻي ماڻهوءَ سان ملي هي ڪم ڪرائجان ته علڻ خان هڪدم جواب ڏيندو هو ته فلاڻي سان ملندس ضرور پر اهو پيڻ چوت ڪم ڪندو ڪو نه. علڻ خان جي هر جملي ۾ گار هوندي آهي پر ان جو اهو مطلب هرگز ناهي ته هو ڪو عوام، دوستن، پارٽي جي دوستن ۽ ڪمڪٽي ايندڙ مسڪين ماڻهن کي به گاريون ڏيندو آهي. هن جي

ڪيسي ۾ گارين جا جيڪي به ٽول هوندا آهن سي سڀ وڏن ماڻهن لاءِ هوندا آهن. باقي عام ماڻهن، دوستن ۽ تنظيم جي ساٿين لاءِ ته هو ماڪيءَ مصري کان وڌيڪ مٺو هوندو آهي ۽ مون خدائي خدمت گارن جو ذڪر ڪتابن ۾ ضرور پڙهيو آهي پر ڪنهن فدائي خدمتگار کي ڏٺو ناهي، منهنجي پنهنجي ضلعي ۾ مسڪين جهان خان کوسي کي به عالماڻي صاحب جي وارڊ جي روم نمبر 17 ۾ ان وقت ڏٺم جڏهن آءٌ دل جي تڪليف سبب جيل کان اسپتال منتقل ٿيو هوس ۽ ساڳئي وارڊ جي روم نمبر 18 ۾ داخل هوس. ان وقت مسڪين جي جيڪا حالت هئي سا بيان کان ٻاهر آهي، هو ڳالهائي نه ٿي سگهيو. ان ڪري سندس فدائي خدمتگاريءَ جا جوهر ۽ جلوا ڏسڻ جو ته سوال ئي پيدا نه ٿي ٿيو، پر رئيس علڻ خان (رگهو نالي جو رئيس) کي ڏسي چئي سگهجي ٿو ته حقيقي معنيٰ ۾ خدائي خدمتگار آهي. ڪهڙي به ضروري ڪم سانگي وڃي رهيو هجيس، پر واٽ تي جيڪڏهن ڪو غريب مسڪين، ستايل ماڻهو مليو ۽ ڪنهن ڪم جو چيائين ته هڪدم ان سان گڏ روانو ٿي ويندو. اصلي ڪم جنهن لاءِ روانو ٿيو هو سو رهيو پنهنجي جاءِ تي. سائين جي. ايم. سيد جوچوڻ آهي ته ڪيترا پيرا مون ڪنهن ضروري ڪم سان ڪراچي يا حيدرآباد موڪليو هوندو، مثال طور ڪا فوري دوا گهربل آهي، يا لکڻ لاءِ خاص نوٽ بوڪ ختم ٿي ويا آهن يا هوم ڊپارٽمينٽ ۾ ڪو ڪم آهي. علڻ خان هڪدم روانو ٿي ويندو ۽ اهو ڏينهن جيڪڏهن خميس جو هوندو ته وري ٻي خميس تي اچي حاضر ٿيندو، جڏهن ڪانئس ان ڪم جي باري

۾ پڇبو ته چوندو ته سائين صفا وسري ويو، هتان نڪتس ته ڪوسا ملیا جن سيوهڻ هلڻ لاءِ چيو، ويچارن جو ڪم ڪرڻو هو، اتان ڪان گانئچن سان گڏجي دادو ويس. دادو مان برفتن ڪوٺڙيءَ جي مختياڪاري ۾ ڪن ضمانتن لاءِ چيو اوڏانهن وياسين. مطلب ته پوري هفتي جي ڊائري ٻڌائيندو. جنهن ۾ ماڻهن جا سؤ ڪم ڪيا هوندائين پر اهو ڪم ڪو نه ڪيو هوندائين جنهن لاءِ سيڙجي روانو ٿيو هو.... جيڪڏهن سائين گرم ٿيو ته سندس جواب نهيو رکيو آهي. پؤ ڪونهي. تڪڙ ڪانهي. اجهو سڀاڻي ٿو وڃان ۽ شام جو موٽي ايندس. سڀاڻي سوير نڪرندو پر موٽندو وري مهيني ڪان پوءِ. انهيءَ وچ ۾ ميرپورخاص کان وٺي ٺاٺي بولا خان تائين چڪر ڏئي مختلف ماڻهن جا ڪم ڪاريون ڪري موٽي ايندو. خدائي خدمتگاري ۾ ايڏو رڌل هوندو آهي جو ڪيس ڪنهن ضروري ڪم لاءِ ڳولڻ به مسئلو هوندو آهي، توهان ڪيڏي به ڪوشش ڪريو پر علڻ خان جو ڳهٺ ۾ ڳهٺ زمين جي ڪنهن به ڪنڊ تي ڪو به پتو نه لڳندو. مون ڪي رسول بخش ٿيٻي ٻڌايو ته علڻ خان جي پائنٽي تي خطرناڪ قسم جو ڪيس ٿي پيو، مائٽن مون ڪي موڪليو ته وڃ رئيس علڻ خان ڪي وٺي اچ. آءٌ ڳوٺڙيءَ ۾ اٿو وڃهي روانو ٿيس. پهرين ويس منظور آباد، اتان خبر پئي ته سن ويو آهي، آءٌ سن پهتس، ڏس مليو نوابشاهه ويو آهي، نوابشاهه مان معلوم ٿيو حيدرآباد اُسهيل آهي. حيدرآباد مان خبر ملي ڪراچي هليو ويو. ڪراچي مان پتو پيو ته ٺاٺي بولان خان ڏانهن روانو ٿي ويو آهي. نيٺ ٿڪجي آءٌ اچي اڪڙيءَ ۾ ويهي رهيس،

جتي ڪن ڏينهن کان پوءِ علڻ خان به اچي نڪتو. جتان زوري ڪيس گهر وٺي ويس چو ته اجان اڪريءَ جي ماڻهن جا تمام گهڻا ڪم رهيل هئا، جن جا تفصيل معلوم ڪري صبح جو وري ڪوٽڙيءَ وڃڻو هو ۽ اتان کان شايد ڪنهن ٻئي پاسي، سندس گم شدگيءَ جو هي حال آهي، جو سندس نياڻي وفات ڪري وئي، ماڻهو ڳولي ڳولي ٿڪجي پيا ڪو به پتو پئجي نه سگهيو ته رئيس ڪٿي آهي، نيٺ رئيس کي گهر واپس گهرائڻ ۽ نياڻيءَ جي وفات جي خبر ڏيڻ لاءِ اخبار ۾ اشتهار وجهائڻو پيو، جنهن کي ڏسي خيرن سان رائيس گهر پهتو.

آءٌ جڏهن مسجد ۾ رهندو هوس، ان وقت رئيس جيڪڏهن حيدرآباد هوندو هو ته ضرور مون وٽ اچي ترسندو هو، بنا ڪنهن پروگرام جي نظر پوندي هئي ته رئيس پنهنجي پياري لوئيءَ جي پڻڪي سميت اچي رهيو آهي. ٻنهيءَ هٿن ۾ به جيئرا جاڳندا پلا اٿس. اچڻ شرط پلن جي وڍڻ ٽڪڻ ۾ شروع ٿي ويندو هو. اهو سلسلو ايترو وڌيو جو منهنجو هجرو چڱي خاصي بورچيخاني ۾ تبديل ٿي ويو. روز ڪڏهن پلو پيو تيار ٿئي ته ڪڏهن ڪا ٻي ڀاڄي. سن کان وٺي ڊاسوڙي تائين هر هڪ کي خبر پئجي وئي ته علڻ خان حيدرآباد ۾ هڪ مسجد ۾ ترسندو آهي. هڪ رات آءٌ مٺي ننڊ ۾ ستو پيو هوس ته هجري جو دروازو زور زور سان کڙڪڻ جو آواز آيو، ننڊ مان اٿي وڃي دروازو کوليم. جان ڪٽي ڏسان ته دروازي تي وڏيرو بوبڪ رسول بخش ٿيبي جو والد ٻن پوليس وارن سان گڏ بيٺو آهي، اوڙي پاڙي جا

ماڻهو گڏ ٿي ويا آهن ته پوليس عبدالواحد کي گرفتار ڪرڻ لاءِ آئي آهي، وڏيري صاحب کان خبر چار ورتم جنهن ٻڌايو ته هفتي کان علڻ خان کي ڳوليندو ٿو وتان ڪي خون ٿي پيا آهن، تو وٽ هجڻ جو ڏس مليو هو ان ڪري آيا آهيون، ٻيو مڙيو ئي خير. ڪيس ٻڌايم اڄ برابر هتي هو پر شام جو بنا ڪيڏانهن وڃڻ جو ٻڌائڻ جي نڪري ويو آهي. خبر ناهي ڪيڏانهن ويو. وڏيرو بوبڪ چانهن پيئڻ کان سواءِ هليو ويو پوءِ خبر ناهي علڻ خان ڪيس مليو يا نه. 1979ع ۾ آءٌ گرفتار ٿيس، سٽي لاڪ اپ حيدرآباد تي هوس ته رئيس علڻ آيو، چئي هاءِ ڪورٽ ۾ رٽ داخل ٿا ڪريون، مون چيو ان جي ڪا ضرورت ناهي. خير ان ڳالهه کي ڏسون ٿا ته چا ڪجي. آءٌ اجهو ٿو اچان، گلشير جو ٿورو ڪم آهي، ائين چئي وڏيڪ حال احوال ڏيڻ وٺڻ کان سواءِ روانو ٿي ويو، ويندي چئي ويو ته ڪلاڪ کن ۾ موٽيو ٿو اچان وڏيڪ صلاح ڪنداسون.وري مون کي چوڏهن مهينن کانپوءِ ايل. ايم. سي چام شوري جي وارڊ نمبر 6 ۾ اچي مليو. رئيس علڻ خان سان ملڻ جي خواهشمندن کي آءٌ ٻڌايان ٿو ته هاڻي آسانيءَ سان هو هنن جاين تي ملي سگهندو.

(1) هوٽل اي ون مارڪيٽ.

(2) اخبار آفتاب جي آفيس.

(3) ڪوٽڙيءَ جي مختيارڪاري، ۾ ڪنهن نه ڪنهن ماڻهوءَ جو ڪم ڪرائيندو هوندو.

هي اهو هرگز نه وسارڻ گهرجي ته ماڻهن جي ڪمن ڪارين لاءِ اها سموري ڏُک ڀوڳ علڻ خان پنهنجي خرچ تي ڪندو آهي، الٽو ساڻس گڏ ماڻهوءَ جو پاڙو ۾ خرچ به پاڻ پريندو آهي، نتيجي طور چڱي خاصي آمدني هوندي به صفا ڪامريڊ لڳو پيو هوندو آهي. علڻ خان بنيادي طرح سماجي ورڪر آهي، ائين سماجي ورڪر نه، جيئن عام طرح شهرن ۾ ڪن نام نهاد سماجي تنظيمن جا عهديدار هوندا آهن، جن کي سماج کان وڌيڪ پنهنجي ذات جي سڌاري جو فڪر لڳو پيو هوندو آهي. علڻ خان پنهنجي روء سوء سماجي ڪارڪن به آهي ته تنظيم به آهي ته ادارو پڻ. هو ماڻهن جا ڪم هميشه پارٽي بازيءَ کان مٿاهين جي سوچ تي ڪندو آهي. سائين جي. ايم. سيد جو سچو عاشق آهي ۽ هميشه سندس سياست جي سوچ به اها ئي هوندي آهي ته جيڪا سيد جي عملي جدوجهد جي لائين، پر سماجي ڪم ڪاريون هو، انهن جا به ڪندو آهي، جيڪي جي. ايم. سيد جا مخالف ۽ نظرياتي طرح گندگيءَ جو ڍير هوندا آهن. هتي آءٌ انهن نام نهاد ليڊرن جا نالا لکڻ ضروري نه ٿو سمجهان جن کي علڻ خان منٿون ميڙون ڪري ڇڏايو هوندو ۽ جن ٻاهر نڪري سندس خلاف گاريون اوڳاڇڻ شروع ڪيو هونديون. هو نه صرف پاڻ چڱي حيثيت رکندڙ ماڻهو آهي، پر پاڪستان جي چوٽيءَ جي سياستدانن سان سندس ذاتي تعلقات به رهيا آهن، ان جي باوجود منجهس وڏائي ۾ آکڙ نالي ماتر به ڪانهي. منڙو شيخ مجيب الرحمان، ذوالفقار علي ڀٽو، خان ولي خان، جي. ايم. سيد وغيره سان هن جا ويجها واسطا رهيا آهن.

ذوالفقار علي ڀٽي جڏهن ايوبي آمريت خلاف تحريڪ شروع ڪئي، ان وقت سنڌ جي وڏن توڙي ننڍن شهرن ۾ ڪيس ترسائڻ لاءِ به ڪو تيار نه هو. نوابشاهه ۾ سائين جي. ايم. سيد جي لائق فرزند امداد محمد شاهه ڀٽي صاحب لاءِ بندوبست ڪرايو، جتي هن صاحب محدود پيماني تي عوام کي خطاب ڪيو، انهيءَ دوري دوران ان وقت جو ڀٽو صاحب ۽ پوءِ جو قائد عوام جڏهن دادو پهتو ته وڏا وڏا ڪنڌار مڙس پنهنجن ٻرن ۾ لڪي ويا ۽ ڀٽي صاحب لاءِ دادوءَ ۾ رهائش به وڏو مسئلو بنجي وئي، انوقت جي ڊي. سي. کي علڻ خان ريسٽ هائوس ڀٽي صاحب جي رهائش لاءِ حاصل ڪرڻ خاطر درخواست ڏني، جنهن ايوبي آپيشاهيءَ کان ڊڄي ريسٽ هائوس ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. علڻ خان ٻيو ڪو چارو نه ڏسي ريسٽ هائوس تي زوري قبضو ڪري ان ۾ نه صرف ڀٽي صاحب جي طعام قيام جو انتظام ڪيو پر عوام کي خطاب ڪرڻ جو پڻ موقعو موجود ڪيو، جتي ڀٽي صاحب ايوبي آمريت خلاف شعله فشان تقرير ڪئي. ان ڪارروائيءَ کان پوءِ ڀٽي صاحب علڻ خان کي چيو ته: ”مسٽر ٺيبا! آءٌ تنهنجو اهو احسان نه واريندس تون هميشه مون کي ياد رهندين. تون مون کي ڏکئي وقت ۾ ڪم آيو آهين، اهو آءٌ ياد رکندس.“ واقعي ڀٽي صاحب اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ علڻ خان کي ڪو نه وساريو ۽ جيل ۾ وڌائين جيل جو ڪافي عرصو اسان گڏ گذاريوسين. علڻ خان جيل ۾ سائين جي جيڪا خدمت ڪئي سا ڪڏهن به وسرڻ جهڙي ناهي. جيل جو ڪافي عرصو خيرپور جيل ۾ گذاريوسين. جتي چڻ

سموري جيل تي علڻ خان جو ڪنٽرول هوندو هوس، بيمار ساٿين جي دوا درمل لاءِ جيل انتظاميا سان جهيڙا ڪرڻ، قيدين تي تشدد جي خلاف جيل انتظاميا سان وڙهڻ، راشي عملدارن کي جيل جي اندروني ڊيوٽين کان هٽائي ٻاهر رکڻ، جيل جو صوبيدار جيستائين علڻ خان موجود هو تيستائين جيل اندر نه آيو.
هڪ پيرو جيل ۾ اسان جو دوست رسول بخش پليجو بيمار ٿي پيو، ان وقت حالت هي هئي جو پليجو اڪيلو هو ۽ اسان جيئي سنڌ وارا گهڻا، جيل ۾ اچڻ کان اڳ پليجي سموري جيئي سنڌ تحريڪ ۽ سائين جي. ايم. سيد جي خلاف پيپلزپارٽيءَ جي ڪن خاص وڏيرن جي چرچ تي زبردست بوڇاڙ شروع ڪئي هئي، جنهن کي پوءِ ڪتابي صورت ’واٺون ويه ٿيون“ ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هئائين، پر جيل ۾ هو اسان جي ساٿي هو. سياسي قيدي هو. ان ڪري سندس پر گهور لهڻ اسان جو فرض هو. علڻ خان پليجي کي چيو ته تون هٿرادو طرح بيهوش ٿي پوءِ ڏس رنگ الله جا. مون کي مجٽو ٿو پوي ته پليجي کي پنهنجي اعصاب تي پوريءَ ريت ڪنٽرول هوندو آهي. علڻ خان جي مشوري تي پليجو بيهوش ٿي پلنگ تي ڪري پيو. اصلي اکيون به نه پيون چرنس. علڻ خان سنين راج طرفان ڪندو ماڙيءَ تي ويو ۽ ڊپٽيءَ کي سموري صورتحال کان واقف ڪيائين، جنهن ان وقت سول اسپتال خيرپور فون ڪئي. جتان ڏهن منٽن ۾ سول سرجن پهچي ويو. سول سرجن پليجي کي ڏسي هنگامي صورتحال لاءِ ڪجھ دوائون ڏئي ٻيون لکي گهرائڻ لاءِ جيل وارن کي هدايت ڪري ويو. هاڻي

مسئلو هو پليجي صاحب کي هوش ۾ آڻڻ جو. گهڻي وقت جي مٿا کٽ کان پوءِ ڊاڪٽر دل جي رفتار وغيره ڏسي ٻڌايو ته ڳڻتيءَ جي ڳالھ ناهي، گرميءَ جو اثر اٿس. ٿوري دير ۾ لهي ويندو. همراھ کي هوش اچي ويندو. ڊاڪٽر ته ائين چئي هليو ويو، پر پليجو هاڻي پنهنجي حالت بدلائي چو ۽ بيهوشي ڪيئن ڇڏي، اصلي غش لڳو پيو آهي. علڻ خان مون کي هڪ طرف وٺي چيو هاڻي ته ڦاٿاسين. ڪن ۾ چئو ته هاڻي وارڊ ۾ ڪو به سرڪاري ماڻهو نه رهيو آهي، پنهنجي حالت سڌار ته گلو ڪوس پيئون. اهڙيءَ ريت پليجي صاحب کي هوش ۾ آندو ويو. ان ڏينهن کان پوءِ پليجي صاحب کي خاص طرح ۽ مون جهڙن فقيرن کي عام طرح گرميءَ کان بچائڻ ۽ سهڻي طريقي سان دوا درمل ملڻ جو جوڳو بندوبست ٿيو.
علڻ خان عمره ترجبي سماجي، سياسي ۽ علمي لحاظ کان مون کان بهرحال وڏو آهي ۽ منهنجي بزرگ برابر آهي، پر پوءِ به مون مسڪين ماڻهوءَ جي عزت ائين ڪندو آهي، جيئن ڪو هاءِ اسڪول جو شاگرد ماستر جي ڪندو آهي. وقتي اهڙا موقعا آيا آهن جو ناراض ۽ گرم ٿي ويندو آهي پوءِ به سندس لاڙي ۾ ڪو خاص فرق نه ايندو آهي ۽ سندس قرب جو ڪڪر هميشه مون تي ڇانوَ ڪندو رهندو آهي. پليجي صاحب ۾ جتي ڪي خوبيون آهن، اتي بيشمار خاميون ۽ ڪوتاهيون به اٿس. انهن خامين مان هڪ خامي سندس زبان جي ڪچائي ۽ گندگي پڻ آهي. گار کان سواءِ ڳالهائيندو ئي ناهي. دنيا جو ڪٽي ڪيڏو به وڏو ماڻهو هجي پر جيڪڏهن سندس نظريي ۽ خيال

جو مخالف هوندو ته گار ضرور ڏيندو ۽ ان شخص جي باري ۾ حقيقي، صحيح، سچي معلومات نه هئڻ جي باوجود پنهنجي وڪيلانه هيرا ڦيري ذريعي ان شخص کي گندو ثابت ڪرڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪندو. اسان جي وجودگيءَ ۾ اها هيرا ڦيري هو عام طرح برصغير جي ليڊرن جي خلاف استعمال ضرور ڪندو هو. هڪ ڏينهن ڪميونسٽ جي باري ۾ ڪانگريس جي لاڙي جو ذڪر ڪندي چوڻ لڳو ته ميرٺ سازش ڪيس ۾ ڪانگريس غداري ڪئي. مون يڪدم ٺوڪي ڇيو تنهنجي معلومات جو دارو مدار عبدالله ملڪ جو ڪتاب آهي. حالانڪ ان ڪيس ۾ ڪانگريس نه رڳو ڪميونسٽ جي اخلاقي مدد ڪئي پر قانوني مدد به ڪانگريس ڏني هئي، برصغير جو چوٽيءَ جو ڪانگريسي ليڊر ۽ وڪيل آصف علي ميرٺ ۾ ڪميونسٽ جي مفت وڪالت ڪندو هو، ۽ ڀڳت سنگھ ڪيس ۾ به ڪانگريس قانوني مدد ڏني هئي، جتي آصف علي ۽ ٻيا ڪيترائي ڪانگريسي ليڊر وڪيلن جي حيثيت ۾ ڪيس لڙندا هئا. تون وڪيل آهين، توکي معلوم هئڻ گهرجي ته هروڀرو منصوباً دليل بازيءَ جو سهارو وٺندو آهين ۽ زبان به گندي استعمال ڪندو آهين. خير هڪ شام جو ذڪر آهي، وارڊ جي ميدان ۾ دوستن ڀئي والي بال راند ڪئي. آءٌ، ڀليجو ۽ علڻ خان ڪرسيون رکيو ويٺا هئاسين. پي. اين. اي جي تحريڪ آخري مرحلن ۾ هئي. ڀٽي صاحب جو ذڪر نڪتو ته ڀليجي صاحب هڪدم چيو ته ناصر، نهرو، نعروما، بن بالله، سوئيڪارنو ڀٽي جي پيشاب برابر ناهن. انهن سڀني کي سي آءِ واري

اوچنگارون ڏياري لتون هڻي، خوار خراب ڪري ڇڏيو. [آءٌ اڄ به يقين سان چوان ٿو پليجي انهن مان ڪنهن هڪ جو لڪيل يا انهن جي سوانح عمريءَ بابت لکيل ڪو به ڪتاب نه پڙهيو آهي. جڏهن تهمون انهن سڀني جون آتم ڪٿائون ۽ ڪتاب پڙهيا آهن.] پرپٽو واحد ماڻهو آهي، جنهن سي آءِ اي کي شڪست ڏني آهي، پليجي جو ايترو چوڻ ۽ علڻ خان جو باھ ئي موڇڙي ۾ هٿ وجهڻ، چئي: ”مون توکي ڪيترا پيراعرض ڪيو آهي ته زبان تي ڪنٽرول رکندو ڪر، تنهنجي بڪواس کي ٽي مهينا مون خاموشيءَ سان ٻڌو آهي. ذليل..........“ پليجو ڪرسيءَ ۾ سُسيءَ ويهي رهيو، اتي مون علڻ خان کي چڙٻ ڏيندي چيو: ”بيوقوفيءَ واريون ڳالهيون ڪر، جيل ۾ اسان جو چڱو مڙس ٽي ماڻهو ڪلائيندين ته سنڌي سياسي ماڻهو هڪ واردِ ۾ گڏجي رهي نه ٿا سگهن. خير علڻ خان منهنجي ڳالھ مڃي ورتي ۽ ٿوري دير ڪان پوءِ منهنجي عرض ڪرڻ تي پليجي ڪان معافي به ورتائين.

ٻيو دفعو مشهور بدمعاش راجا جاويد کي پليجي پرپٺ غندو چيو، اها ڳالھ تعمير قلندراڻي (هاڻي مرحوم) نالي هڪ ٻروچ وچي جاويد کي ٻڌائي. شام جو آءٌ ۽ پليجو ويٺا هئاسين. چو ته اسان والي بال راند نه ڪندا هئاسين. شام وارو اهو وقت عام طرح اسان لطيف ۽ سنڌ جي تاريخ تي ڳالهائيندا رهندا هئاسون. ان ڏينهن به ويٺي ڳالهايوسين ته راجا جاويد چرو هٿ ۾ ڪڻي اچي پليجي کي چوڻ لڳو ته تو مون کي غندو سڏيو آهي. پليجي چيو نه. تو چيو آهي تون خود

غندو آهين بدمعاش آهين. راجا جو ايترو چوڻ ئي ڪافي هو. مون پٽي راجا کي گار ڏني، ته تون ڪير ٿيندو آهين، اسان جي هڪ سنڌي سياستدان جي خلاف ڳالهائڻ ۽ ان کي ڌمڪائڻ وارو. آءٌ اهو چرو تنهنجي..... ۾ لنگهائي ڇڏيندس ان وچ ۾ پليجو اهڙو ڪچي جهڙي پٽ. هيڏانهن منهنجي حالت اها جو ڪاوڙ ۾ ڏڪان پيو، پر سگهه اهڙي جو اهو غندو مون کي ٻانهن مان وٺي اڇلائي ها ته جيل کان ٻاهر وجي ڪران ها، پر ان جي باوجود مون کيس چيو: ”اٿي وڃ هتان. اسان تنهنجي شڪل ڏسڻ نه ٿا چاهيون.“ منهنجي ايتري چوڻ تي راجا جاويد واقعي اٿي ويو چو ته کيس خبر هئي ته اهو عبدالواحد آريسر نه پر سنڌي جانبازن جي تحريڪ جيئي سنڌ پئي ڳالهائي.

خيرپور جيل ۾ علڻ خان هڪ زبردست نيڪيءَ جو ڪم ڪيو ۽ ان مان خبر پئي ته واقعي پٽي صاحب کيس وساريو نه هو. هڪڙي همراهه کي ڦاسي اچڻي هئي ان کي ڦاسي ڏيڻ جي تاريخ به مقرر ٿي وئي واريون وغيره تري ويون، ان وقت علڻ خان کي خبر پئي. هڪدم پرائم منسٽر کي جيل جي معرفت تار ڪيائين ته هڪ ماڻهوءَ کي ڦاسي پئي ڏني وڃي. اوهان پاڻ رحم جي نظر ڪري کيس ڦاسي کان بچايو. ڦاسي ڏيڻ کان هڪ ڪلاڪ اڳ ۾ پرائم منسٽر هائوس مان خيرپور جيل انتظاميا ڏانهن فون آئي ته ان ماڻهوءَ کي في الحال ڦاسي نه ڏني وڃي. وڌيڪ احڪام پوءِ موڪليا ويندا. اڳتي جي مون کي خبر ناهي ته ان ماڻهوءَ جي سزا جي باري ۾ ڇا ٿيو، پر هي

ڪيڏي نه تاريخ جي ستم ظريفي آهي جو جيڪو ماڻهو رات جي اونداهين ۾ فون ڪري ماڻهن کي موت جي اونداهيءَ مان ڪڍي زندگيءَ جي روشني بخشيندو هو. سو پاڻ ڪاري رات ۾ ڦاسيءَ جي تختي تي ڦٿڪندو رهيو، پر.....

رت اڏيءَ تان اڏيو سنڌ ڏسندي رهي.

انهن خدمتن جو عملو پليجي صاحب اسان کي اهو ڏنو، جو ٻروچن سردارن جي دلالن ڪڙتالين طرفان جيڪو پمفليٽ علڻ ۽ منهنجي خلاف نڪتو ان ۾ پليجي پرپور مدد ڪئي.
رئيس علڻ خان ڏسڻ ۾ جيترو سادو سودو ڳوٺاڻو نظر ايندو آهي اوترو ئي بهادر، دلير سرويچ ۽ سچ چوندڙ آهي، اهڙي سورهيائي يا حق گوئي وقت هن کي انجام جي ڪا به پرواه نه هوندي آهي. اهڙي مهل هو چڻ هن مقولي تي عمل پيرا هوندو آهي.

هرچه بادا باد
ماکشتي دردريا انداختيم
معنيٰ: [جيڪي ٿيندو سو ڏنو ويندو اسان ٻيڙي دريا ۾ اڇلائي وڌي آهي.]
انهيءَ سلسلي ۾ ٻه ٽي واقعا پيش ڪيا وڃن ٿا، جن مان رئيس علڻ خان جي سورهيائي ۽ حق گوئي ظاهر ٿئي ٿي:

(1) آءٌ ۽ رئيس ڪراچيءَ جي هڪ پرتڪلف ۽ شاندار هوٽل ۾ ترسيل هجون، جتي هوٽل مان ڪا به شيءِ گهرائڻ لاءِ هر ڪمري ۾ فون موجود هجي، ٻن پهرن جي مانيءَ لاءِ فون تي آرڊر بڪ ڪرايو ويو. ماني آئي، پر اها جلدي ختم ٿي وئي ۽ اسان جو ڍؤ ڪو نه ٿيو. رئيس فون ڪيو. جواب مليو حاضر سائين، منٽ انتظار ڪري وري فون ڪيوسين. جواب مليو حاضر سائين. وري حاضر سائين جي جواب ۾ اسان جو انتظار شروع ٿيو. پنج منٽ گذريا پر ماني نه آئي. اسان هوٽل جي ٽي منزل تي ترسيل هجون. مون ڏٺو ته رئيس فون ۾ هٿ وجهڻ جي بدران ان بيلٽ ۾ هٿ وڌو جيڪا هو هرينا جي تڪليف ڪري پائيندو ۽ گهٽو ڪري ويهڻ وقت کولي ڇڏيندو آهي. بيلٽ ٻڌي رئيس هوٽل وارن جي ماءُ پيڻ تي گاريون ڏيندو هيٺ لٿو. سڌو ڪائونٽر تي ويو، جتي مئنيجر کي ست سريون ٻڌائي ڪچن ڏانهن وڌيو. بيرن کي گاريون، بجا ڏئي، پنج اٺ قنڌاري نان قميص جي جهولي ۾ وجهي، ٻوڙ جو ڏونگهو هٿ ۾ ڪٽي سهڪندو مٿي روانو ٿيو، پٺيان بيرن جي فوج ظفر مرج چرين ۽ چاقن سان هٿياربند ٿي لڳي. مئنيجر اهو لڪاءُ ڏسي بيرنکي دڙڪا ڏئي روڪي ڇڏيو ته هي ماڻهو سنڌ جو انتهائي معزز ۽ بااثر آهي، پٽي صاحب سان سندس ذاتي تعلقات آهن. مئنيجر جي دڙڪي اثر ڏيکاريو ۽ بيرا موٽي ويا.

(2) ملڪ ۾ مارشل لا کي ٿورو عرصو گذريو هو، ان وقت جي حيدرآباد ڊويزن جي ڊي. ايم ايل. اي. ڊي. سي دادوءَ جي معرفت ڪوٺڙيءَ ۾ دادو ضلعي جي معزز ماڻهن جي هڪ گڏجاڻي ڪوٺائي. ان گڏجاڻي ۾ رئيس علڻ خان ٿيبو به پنهنجي لوئيءَ واري پٽڪي سميت وڃي حاضر ٿيو، ميجر جنرل صاحب مختصر خطاب کان پوءِ شريڪ ماڻهن کان پنهنجن پنهنجن مطالبن ۽ تڪليفن بابت معلوم ڪرڻ شروع ڪيو. سڀني چيو سائين! توهان جي حڪومت ۾ شينهن ٻڪري گڏ پاڻي پي رهيا آهن. سڀ خير لڳو پيو آهي، اسان جو مطالبو صرف هڪڙو آهي ته اوهان سدائين حڪومت ڪندا رهو. آخر ۾ فوجي آفيسر جي نظر لوئي جي پٽڪي واري تي پئي. ان کان مزاحيه انداز ۾ پڇيائين ته وڏيرا صاحب توهان جو به ڪو مطالبو آهي، جنهن تي رئيس علڻ خان وراڻيو نه صرف منهنجو پر پوري پاڪستان جي عوام جو عام طرح ۽ سنڌي ماڻهن جو خاص طرح هڪ ئي مطالبو آهي ۽ اهو هي ته توهان مهرباني ڪري جلدي واپس بيرڪن ۾ هليا وڃو. ملڪ جون واڳون عوام جي حوالي ڪريو. ڇو ته هي ملڪ عوام ورتو آهي ۽ اهو ئي حڪومت ڪرڻ جو حقدار آهي. ايتري ڇوڻ تي ڊي. ايم. ايل. اي. جي جيڪا حالت ٿي سا سندس ڇهري مان ظاهر هئي، پر ڊي. سيءَ کي ته صفا دست ٿي پيا. ڊي. ايم. ايل. اي علڻ خان کي گهوريندي چيو اسان توهان جي مطالبي تي پنهنجي پوري ڌيان ۽ توجهه سان غور ڪنداسون. بهرحال توهان جو شڪريو!

(3) پنهل صاحب جي ڦاسيءَ کان پوءِ فوجي آفيسرن علڻ خان کي گهرائي چيو ته ٻڍاپور ۽ ان جي آسپاس واري ريلوي لائين جي نگرانيءَ لاءِ ماڻهو موجود ڪري ڏئي ته جيئن ڪو تخريب پسند ريلوي لائين کي نقصان نه پهچائي. جنهن تي علڻ خان پنهنجي مخصوص گار ڏيندي چيو، اسان جو ماڻهو ماريو اٿو، ٻيو وري ان جي لاش تي روئڻ کان ماڻهن کي روڪڻ لاءِ به اسان کي استعمال ڪرڻ ٿا چاهيو. اهو ڪم اسان کان ڪو نه ٿيندو. اوهان پنهنجي مسئلي جو حل پاڻ وجي ڳوليو ۽ خود حفاظت ڪريو. سيني ماڻهن کي ڦاسي ڏئي ڇڏيو ته جيئن ڪو پنهل جي لاش تي ڳوڙها ڳاڙڻ وارو نه رهي. نه وري ڪا پيچ ڏاهه ٿئي.

(4) چام شوري واري مشهور واقعي کان پوءِ ڪافي شاگرد گرفتار ٿيا هئا، انهن شاگردن جي مسئلي تي ڳالهائڻ لاءِ ڪنرل جاويد علڻ خان کي گهرايو. علڻ خان لوئي جي پٽڪي، ۽ اوور ڪوٽ سان وجي حاضر ٿيو. ڳالهين هلندي ڪرنل جاويد چيو ته انهن چوڪرن اسان جي جوان کي ماري وڌو آهي، اها ڳاله اسان جي سينن ۾ دکي ٿي پئي. علڻ خان ڏاڍي ڌيرج سان چيو جوان پيٽ جو....فوج ۾ پرتي ئي مرڻ لاءِ ٿيو هو. جيڪڏهن هتي نه مري ها ته سرحد تي مري ها. فوجي حڪومت ڪرڻ ۽ رستن تي عياشي ڪرڻ لاءِ فوج ۾ پرتي ڪو نه ٿيندو آهي. هو ته مرڻ لاءِ پنهنجي جان وڪڻي فوج ۾ ايندو آهي. سو جوان مري ويو ۽ توهان ان جي موت جو انتقام هڪ پوري

قوم ۽ ان جي هڪ پوري پيڙهيءَ کان وٺڻ ٿا چاهيو. ائين ته نادر شاهه به ڪو نه ڪندو. رئيس جي انهيءَ ڳالهه تي ڪرنل جاويد حيران ۽ ششدد ٿي علڻ خان کي ڏسندو رهيو. ان ملاقات کان پوءِ ڪرنل جاويد پنهنجي هڪ دوست کي چيو ته: ”مون سان وڏا وڏا تيس مار خان ليڊر مليا آهن، پر مون سان ڪنهن به ائين نه ڳالهايو آهي، آءٌ انهيءَ ماڻهوءَ کي ڪڏهن به ڪو نه وساريندس ۽ نه وري معاف ڪندس.“

(5) دادوءَ جي شاگردن جي آزاديءَ جي سلسلي ۾ ضلعي ڪائونسل دادو جي چيئرمئن جي اڳواڻي ۾ هڪ وفد دادو جي سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر برگيڊيئر اعجاز احمد سان مليو. ان وفد ۾ رئيس علڻ خان به شريڪ هو. پير بخش خاصخيليءَ، علڻ خان کي سخت منع ڪئي ته تون ڪنهن به صورت ۾ ڳالهائجان نه. ڳالهائيندس صرف آءٌ. اميد ته شاگردن کي آزاد ڪرائي وٺنداسون. وفد جيئن ئي ايس ايم ايل اي جي آفيس ۾ پهتو ته برگيڊيئر صاحب سياست تي ليڪچر ڏيڻ شروع ڪيو. سڀئي آرام سان ٻڌن پيا پر رئيس علڻ خان جي جسم تي چيلاٽن جي ڊوڙ هجي ۽ ان سان گڏ پير بخش خاصخيلي صاحب جو پير علڻ خان جي پير تي هجي. علڻ خان جيئن ئي پاسو بدلائي ته پير بخش پير تي زور ڏئي علڻ خان کي خاموش رهڻ لاءِ اشارو ڪري. نيٺ هڪ موقعي تي جڏهن برگيڊيئر صاحب چيو ته هندوستان کي ڏسو ڪيترا صوبا آهن، سڀ آرام سان ويٺا آهن. قانوني طريقي سان پنهنجا

مطالبا مڃائين ٿا. اتي پير بخش جي پير جي سموري طاقت جي باوجود علڻ خان خاموش رهي نه سگهيو، هڪدم چئي ڏنائين: ”جناب سياست ہمارا کام ہے، ہندوستان میں تین بار مارشل لا نہیں لگا، بلک ایک بار بھی نہیں، وہاں نوجوانوں کو کوڑے نہیں مارے جاتے. یہاں سب کچھ ہوتا ہے، ہر پانچویں سال آرمی آ جاتی ہے.“ ايتري چوڻ تي برگيڊيئر چيو، توهان وڃي سگهو ٿا. ۽ ڏيڍ ڪلاڪ ڪان پوءِ شاگردن کي قيد ۽ ڦٽڪن جي سزا ٻڌائي وئي.

اها آهي علڻ خان جي فوجين سان ياري، جنهن جو راڳ ٻروچ سردارن جا دلال رات ڏينهن آلاپيندا رهن ٿا ته علڻ خان آرميءَ جو ماڻهو آهي، وغيره.

علڻ خان يارن جو ته يار آهي، پر دشمنن جو پڻ خير خواهه، سنڌ جي روايتي رواداريءَ جو مجسمو، هٺ جو ڪليل، محب وطن ۽ عوام دوست آهي. اهڙا ماڻهو سنڌ ۾ تمام ٿورا هوندا آهن. شل قدرت ڪيس وڏي حياتي ڏئي!

پنجابی کام

پنجابی کام

- English
- हिन्दी
- ਗੁਰਮੁਖੀ
- اردو/ پنجابی

## چوٿون درويش
## حاجي خان محمد نوحاڻي

---

# عبدالواحد آريسر

- نئين دور جا نوان چار درويش

چوٿون درويش
حاجي خان محمد نوحاڻي

ڪڏهن ڪڏهن اخبارن ۾ پڙهندا آهيون ته ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ وڙهندڙ ڪن جپانين اجا هٿيار ڦٽا نه ڪيا آهن ۽ اهي ڪڏهن ڪڏهن ملايا، سينگارپور ۽ جپان جي ڪن جهنگلن ۾ انتهائي مڪروھ حالت ۾ پنهنجي بلند حوصلي سان گهمندي نظر ايندا آهن. سندن خيال ۾ ٻي مهاڀاري جنگ اجا ختم نه ٿي آهي. جپان تي ايٽم بمن جي بارش جي باوجود جپان اجا تائين آخري سوپ، آخري فتح ۽ دنيا تي پنهنجي برتري ثابت ڪرڻ لاءِ جنگ جوٽيو ويٺو آهي. بلڪل ساڳئي نموني جا ڪي سرڦريا ماڻهو اسان کي سنڌ ۾ بن نظر ايندا جن جي دلين کي ابوالڪلام آزاد جي قلم جي جادو پوريءَ ريت جڪڙي ڇڏيو آهي ۽ جن جي دماغن ۾ اجا سوڌو مهاتما گانڌيءَ جو چرخو گهمي رهيو آهي. نه صرف سندس دماغن ۾ اهو چرخو گهمي ٿو پر، انهن ته مهاتما جي چرخي جو آواز عرشن ۾ ٻڌو هو ۽ هنن کي گانڌيءَ جيروپ ۾ برصغير جي تاريخ ۾ هڪ اهڙي شخصيت نظر آئي هئي جيڪا هر حالت ۾ ناقابل شڪست هئي ۽ جنهن جي مقدر ۾ پڳوان لکيو هو ته اهو هن ننڍي کنڊ کي آزاد ڪرائي. انهيءَ عقيدي ۽ ايمان جي روشنيءَ ۾ هنن آزاديءَ جي جنگ ۾ مجاهدانه حصو ورتو. گهر ٻار لٽايو، پنهنجي تعليم جي زندگيءَ کي تباھ ڪيائون. هنن جي سامهون هڪ آزاد، شاندار، باوقار، خوشحال ۽ پرامن ملڪ جو تصور هو. انهيءَ اميد ۽ آسري تي هنن آزاديءَ جي جنگ ۾ سرفروشي ۽ سرجوشيءَ سان حصو ورتو هو. پر آزادي جو نتيجو سندن اميدن جي خلاف نڪتو. هڪ رات هو ڏاڍا پر اميد ٿي ستا هئا

۽ جڏهن صبح جو اٿيا ته سندن اميدن جا محل ڊهي چڪا هئا، سندن آزاديءَ جو خيالي نقشو پرزا پرزا ٿي چڪو هو ۽ هو پنهنجي سرزمين ۾ بي يارومددگار رهجي ويا آهن. اڄ هو انهن ماڻهن جي حڪومت ۽ رحم ڪرم هيٺ هئا، جن جي هنن پوري شدت ۽ سختيءَ سان مخالفت ڪئي هئي. انهيءَ اوچتي تبديلي ڪين حراس باخته ڪري وڌو ۽ هو ملڪ جي سياست مان ڪناري ڪش ٿي ويا. جن علائقن ۾ پاڪستان ٺهيو هو، تن مان ڪن اندر باقاعدي اهڙيون منظم جماعتون موجود هيون، جيڪي متحده هندوستان جون حامي ۽ پاڪستان جون ذهني طرح مخالف هيون، جيئن صوبي سرحد ۾ خدائي خدمتگار ۽ پنجاب ۾ احرار. خدائي خدمتگارن کي ٽوڙيو ۽ چيپاٽيو ويو ته اصراري قادياني فسادن کان پوءِ ملڪ جماعت جي حيثيت ۾ پاڻ مرادو ختم ٿي ويا. منجهائن ڪيترا عوامي ليگ ۾ هليا ويا ته ڪي ماٺ ڪري ويهي رهيا. سنڌ ۾ اهڙي ڪا به منظم جماعت موجود ڪا نه هئي، البته ماڻهو ڪافي تعداد ۾ هئا. جيڪي اڄ تائين سنڌ جي ڳوٺن ۽ رستن تي جپاني فوجين وانگر گهمندا نظر ايندا آهن. موجوده دنيا هنن جي سمجهه کان مٿي آهي. ڇو ته هتي اڇو انگريز ڪونهي، جنهن جي خلاف سندن جادو بيان زبانون هريل هيون. اڄ جي سياست هنن کي اصلي ڪا نه ٿي وڻي. ڇو ته ان ۾ چرخو ڪونهي. مرڻ برت ناهن، شراب خانن تي حملا ۽ بديسي مال جو بائيڪاٽ ۽ رضا ڪارانه گرفتاريون ڪونهي. ان ڪري هو اڄ ويچارا راهه ويڳا ٿا، اداس ۽ هراسيل ڏسڻ ۾ ايندا آهن. وڌ ۾ وڌ ڊپيل

لفظن ۾ پنهنجي نظرئي جي سچائي جي ثبوت لاءِ دليل ڏيندا آهن، هڪ صالح قوم جي فردن جي وڇڻ تي ماتم ڪندا آهن ۽ جڏهن شهرن ۾ داخل ٿيندا آهن ته ماني کائڻ لاءِ ڪا واٽڪي هوٽل ڳوليندا آهن ڇو ته سندن خيال ۾ اتي خالص، سچو سستو ۽ بنار ڪاڙو ملندو آهي. ان ڪان سواءِ سندن اهو قدم هندو مسلم اتحاد لاءِ مددگار ثابت ٿيندو ڇو ته اهي خوابن خيالن جي دنيا ۾ رهڻ وارا ائين سمجهندا آهن، ته اڄ جو وڏي ۾ وڏو سياسي مسئلو هندو مسلم اتحاد آهي. ان ڪري جو اهو مسئلو گانڌي وٽ ۽ آزادي جي وقت ۾ سڀ ڪان وڏو ۽ اهم مسئلو هو. ملڪ جي ورهاڱي ان مسئلي کي حل نه پر وڌيڪ منجهائي ڇڏيو آهي. جيڪو صرف ڪنهن واٽڪي هوٽل تي دال ڏهي کائڻ سان حل ٿي سگهي ٿو ۽ دنيا جي سموري امن جو مرڪز ۽ مدار وائکو هوٽل آهي، اهڙن ماڻهن مان حاجي خان محمد نوحاڻي به هڪ آهي. جيڪو سڄي دنيا کان بيزار ۽ ڪڪ آهي. نياز همايونيءَ جي معرفت جن جهونن جوڳين سان منهنجي ملاقات ۽ ڏيٺ ويٺ ٿي، تن مان هڪ حاجي خان محمد نوحاڻي به آهي. چوندا آهن ته عشق ۽ خون ستن پردن ۾ نه لڪي سگهندا آهن. ساڳي حالت اسان جي به ٿي. هو سائين صالح شاهه جي نئينگ جو ويٺل نوحاڻي ٻروچ، جنهن کي تو تان نوحاڻي ۽ ناتافي نوحاڻيءَ جي بهادري، همت، دليري، سر فروشي ۽ حب الوطنيءَ جو تاريخي پس منظر ۽ آءٌ راڻي اتن سنگهه جي تر جو رهاڪو، ٿري جنهنجي ذات يا قبيلي ۾ چور، ڌاڙيل، ملهه ۽ کائڻ ۾ رڪارڊ ٽوڙيندڙ ماڻهو ته پيدا ٿيندا رهيا آهن ۽ پيدا ٿيندا

رهن ٿا، پر وطن دوستي ۽ انقلابي جدوجهد يا سورهيائي ۽ ساڻيهه جي سر ويچي ’آريسرن‘ ۾ نه ڏٺي نه ٻڌي وئي. سنڌ جي سموري تاريخ مختلف قبيلن جي قربانيءَ سان ڀري پئي آهي، پر صرف آريسر قبيلو ئي هڪ اهڙو قبيلو آهي، جنهن لاءِ تاريخ جو صفحو صفا سادو آهي. تحفته الڪرام ۾ نادر شاهه جي حملي وقت آريسرن جي ويڙهه جي ٿوري گهڻي خبر پوي ٿي، پر منهنجي خيال ۾ اهو آريسر، مشوري قبيلي جي هڪ شاخ آهي نه مون واري ذات جيڪا هند سنڌ ۾ پکڙي پئي آهي، خان محمد جبل جو ماڻهوءَ ۽ آءٌ ٿري. هن جي ’جبل مٿي پاهڙي‘ ٺمڪي ته منهنجا ’ٿر ٿر اندر ٿاڪ‘، گڏجڻ جو ته ڪوڙو ئي نه ٿو لڳي، پر هڪ درد مشترڪ يا هڪ گڏيل ذوق هو، جنهن اسان کي هڪ ٻئي کي ڳولي لهڻ تي مجبور ڪيو ۽ اهو درد مشترڪ يا گڏيل ذوق هو، ’ابو الڪلام آزاد جي قلم جو جادو‘، جنهن ڪاپڙين کي گاروڙين سان گڏي ڇڏيو.

هڪ ڏينهن شام جو آءٌ پنهنجي هُجري جي اڱڻ ۾ ڪرسي تي ويٺو هوس. شام جو وقت هو، چئني طرفن ڪيئي نظارا ۽ تماشا ڏسڻ ۾ ايندا هئا. منهنجو هجرو جيئن ته ٻيءَ منزل تي هو، ان ڪري آءٌ پنهنجي انهيءَ بلند نشينيءَ مان خوب فائدو وٺندو هوس ۽ اهو لطف اندوز ٿيڻ جو وقت گهڻو ڪري ٽيهري يا وچينءَ واري نماز کان پوءِ شروع ٿيندو هو، جنهن وقت ۾ ڪڏهن عالماڻي مرحوم، ڪڏهن شوڪت شورو، ڪڏهن ابن حيات پنهور، ڪڏهن نياز همايوني ۽ ڪڏهن حفيظ قريشي قرب ڪري ايندا هئا ۽ سنڌ کان وٺي جبوتيءَ

تائين دنيا جي هر ملڪ جي سياست، نظام، تحريڪن، علمي ۽ ادبي لاڙن تي بحث ٿيندا هئا ته اُن سان گڏ گلشن هوٽل جون قواليون ۽ چانهيون به هلنديون رهنديون هيون ته اوسي پاسي جا نظارا به پيا پسبا هئا. اُنهيءَ هجري سان ڪيئي رنگين ۽ سنگين، مٺا ۽ ڪڙا پيارا ۽ ڏکارا داستان لاڳاپيل آهن، جن جي ٽنٽلي ٽنٽلي ڪائي ياد جڏهن ذهن جي پردي تي تري ايندي آهي ته دماغ ۾ ڪيئي ڏيئا روشن ٿي پوندا آهن ۽ ڪيترا ڦلاريل ڦوڳ ڦليهار جو ڍير بنجي ويندا آهن. اهڙيءَ واندڪائيءَ واري ماحول ۾ نياز همايونيءَ سان گڏ هڪ همراه پرنام ڪري اچي مليو. محمد صالح عاجز ڪٺ ڏاڙهي البته مڇن جي ڪٺ ۾ نفاست ڪان وڌيڪ ٻروچڪو ڍنگ رنگ، چهري تي مرڪ، هٿ ۾ ڪپڙي جي هڪڙي وڏي هئر ڪنيل، پوري پني قد، ويڪري پيشاني ۽ روشن اکين ۽ ويٺل مٿي وارو ڪرڙو ۽ همراه، اصلي ٻڪين پئجي ويو. خوش خير عافيت سان گڏ زندگيءَ ۽ زنده دليءَ سان پرپور ٺهڪن جو وسڪارو. آءٌ سينگل پاسري ماٺهوءَ نبض ۾ انجيڪشن هڻائڻ وقت ڪنهن نرس جو پنهنجي ٻانهن تي زور نه سگهي سگهندو آهيان، سو هڪ صحت مند ماڻهوءَ جي ڀاڪر ۾ ڦٿڪڻ لڳس. نه ڇاڻ نه سڃاڻ، همراهه هڏيون ڀڃڻ جو پڪو ارادو ڪري چڪو هو، پر وچ ۾ نياز هڪل ڪري چيس ته هاڻ بس ڪر، اسان ڪي به ملٽو آهي. تڏهن وڃي جان ڇٽي، جان آجي ڪرائي نياز صاحب ڏانهن سواليه انداز ۾ ڏٺم. چيائين حاجي خان محمد نوحاڻي. اڙي سيدنا عاجز جو پاڻ پراڻو سڙيل ڪانگريسي، هن وقت خيالي

ڪميونسٽ ۽ عملي مولوي حاجي خان محمد نوحاڻي اهو هو. جنهن جو نالو ته ڪافي وقت کان ٻڌندو پئي آيس، پر ڏٺم اڄ. اهو هو خان محمد نوحاڻيءَ سان ڀريون ڀرپور تعارف، جيڪو ڏينهون ڏينهن گهرو ٿيندو ويو ۽ اڄ دوستيءَ جي اڻ ڦٽ ڌاڳي ۾ پوئجي ويو آهي. پر شرط اهو آهي ته آءٌ جيل ۾ نه هُجان. جي جيل ۾ هوندس ته اسان ۾ ڇڙ ڪا به واقفيت ڪا نه هوندي. هو نئينگ جو نوحاڻي ۽ آءٌ ٿر پارڪر جو آريسر. ڪوهن جو فاصلو. ان کان سواءِ هُو بلوچ عبادر آءٌ ويچارو ويڙهيچو. نيٺ ڪا ته وصف هڪجهڙي هجي جو بلوچ ۽ سماٽ جي دوستي هلي ۽ قائم رهي سگهي. باقي جيل کان ٻاهر سنڌي ماڻهو آهيون. وطن دوست آهيون، ابو الڪلام جي تحرير جا عاشق ۽ گانڌيءَ جي عدم تشدد واري آدرش تي ايمان رکندڙ. گندرن وانگر گدلا، مارو ماڻهو. حاجي خان محمد ۾ اهڙي ڪا به غير معمولي شيءِ ڪانهي جو ماڻهو هڪدم ڏانهس متوجه ٿئي. سواءِ ان ڳالھ جي ته هن جا خيال ڪانگريسي هئا، اڃا تائين آهن ۽ شايد ورثي ۾ پوين لاءِ به اهي خيال ڇڏي وڃي، ڇو ته ملڪ جي آزاديءَ کان اڳ سندس دماغ ۾ اهو خيال ويٺل هو ته هن وقت پنهنجي ذهن ۽ ضمير جون سموريون فرتون پئسي ۽ دولت ڪمائڻ جي بحران آزاديءَ جي حصول لاءِ صرف ڪرڻيون آهن ۽ وقت جو ذرو به پنهنجي جسم ۽ جان جي فائدي لاءِ استعمال نه آهي ڪرڻو. سندس لفظن ۾ پسئو ته رهيو پري جي ڳالھ، اسان تي آزاديءَ جي جدوجهد جو ايترو جنون سوار هو جو هڪ پيرو ڪراچيءَ جي هڪ علائقي

۾ آءٌ پنهنجي محبوبه سان مليس، سو به سندس اصرار تي. ملڻ کان پوءِ هن مون کي چيو ’ويهه ڪچهري ڪريون‘، قرب ونديون اندر ۾ برندڙ آگ ’اُجهاريون‘، مون چيو ڪجھ ڪو نه ٿيندو. جيڪڏهن اندر جي آگ اجهائڻ تي هروڀرو ايترو زور آهي ته به پاڻ ويهنداسون ڪو نه، اهو سارو قرب بيٺي بيٺي ونديون، چو ته آءٌ هن وقت فلاڻي جاءِ تان پمفليٽ ڪٽڻ وجي رهيو آهيان. چوڪري حيران ٿي بيهي رهي ۽ صرف ايترو چيائين، يعني انگريز نمونو! اهو ڏينهن ته انگريز نمونو ٿيو، پر آئنده لاءِ پاڻ پنهنجي لاءِ جسم تي دنيا جي هر نعمت حرام ڪري ڇڏي ۽ سوچيوسين ته آزادي ملڻ کان پوءِ زندگي جا ڪيئي ارمان ۽ حسرتون پوريون ڪبيون. [ڪانگريس نه صرف هڪ سياسي تنظيم هئي پر ان سان گڏوگڏ هوءَ پوريءَ ريت سماجي انقلاب جي تحريڪ هئي. جنهن انساني زندگين ۽ ذهنن ۾ پاڪيزگي ۽ پاڪ خيالي پيدا ڪري ڇڏي هئي. انسلسلي ۾ سيدنا عاجز جو هڪ واقعو دلچسپيءَ کان خالي ناهي. سيدنا پوليس جي وٺ پڪڙ کان روپوش ٿي هڪڙيءَ جاءِ تي ترسيل هو، جتي ڪجھ ڏينهن کان پوءِ روز رات واريءَ مانيءَ کان پوءِ کيس هڪ گلاس خالص کير ملڻ لڳو. کيرڪٽي ايندڙ بار هميشه چوندو هو ته سائين هي کير توهان کي اديءَ موڪليو آهي. ان کير جي عجيب خاصيت اها هئي ته گلاس جي تري ۾ پنجن روپين جو نوٽ ويڙهيو سيڙهيو رکيو پيو هوندو. عاجز صاحب انهيءَ پراسرار اديءَ جي قومي درد کان ڏاڍو متاثر ٿيو، تان جو هڪ ڏينهن بار چيو ته ادي چوي ٿي آءٌ اڄ رات فلاڻي جاءِ تي

اينديس توهان به اتي اچجو. اهو نياپو ملڻ شرط عاجز صاحب ’ادي‘
کي کير ۽ پئسن لاءِ دعائون ڏياري موڪليون ۽ پاڻ انهيءَ وقت ان
جاءِ تان ائين گم ٿي ويو، جيئن گڏهه جي مٿي تان سڱ. اهو ئي سبب
آهي جو مهاتما جي آشرمن ۾ اخلاقي حدن کان ڪريل ڪو سالن ۾
ايڪڙ ٻيڪڙ واقعو ٿيندو هو نه ته بس.] پر جڏهن آزادي ملي تڏهن
ڏٺوسين ته گهر پنهونءَ کان سواءِ سسئي جي سيج وانگر سڃو لڳو
پيو هو. سامهون سارو وارياسو. اسان جن خيالن تي سابق انگريزي
ملازم بندوقون ۽ قانون جون زنجيرون تاڻيو بيٺا هئا. دنيا ۾ غلام
ملڪن جا انسان آزاديءَ جي تحريڪن ۾ هن نيت سان حصو وٺندا
آهن ته يا آزاديءَ جي جنگ دوران شهيد ٿينداسون ۽ اسان جي شهادت
جي رت مان ماترڀوميءَ جي هنج ۾ ڪيئي گلاب ڦٽي نڪرندا. جيڪي
وڏراهن کي پنهنجي سرهاڻ سان واسي ڇڏيندا يا وري آزاديءَ جي
سوڀ جا جهنڊا وطن جي هر وڻ جي چوٽيءَ تي ڦڙڪائينداسين ۽
پوءِ انهن جهڊن جي اڏامن هيٺ پنهنجن نظرين جي بنياد تي پنهنجي
ديس ۾ ڪيئي نيون جنتون تعمير ڪنداسون. غلاميءَ جي هر نشانيءَ
کي پاڙوئن پٽي اڇلائينداسون. ويران ملڪ مان نه رڳو هڪ نئين
ملڪ کي جنم وٺرائينداسون پر ان جي کنڊرن ۽ تباهه ٿيل انسانيت مان
هڪ نئون نڪور، آزاد خيال، آزاد ذهن ۽ آزاد ضمير وارو انسان
تخليق ڪنداسون، جيڪو عالمي سامراج جي تخليقي فرقن کي پنهنجي
محنت ۽ تخليق سان للڪاريندو رهندو، پر اسان کهڙا مجاهد ۽
سرفروش هئاسون جو نه اسان جي رت مان ڪي گلاب ڦٽا ۽ نه وري

پنهنجي ڀين جي ڪنهن وڻ تي پنهنجو جهنڊو چاڙهي سگهياسين. الٽو پنهنجي ديس جي تعمير جي سوچ کان ئي روڪيا وياسين. اڄ اسان پنهنجي وطن ۾ چورن وانگر زندگي گذاري رهيا آهيون. اسان جي گهرن ۾ سواءِ پنهنجين سوچن جي سرهاڻ جي ڪا به شيءِ نه آهي. اسان جي گهرن ۾ اڄ به اونده آهي. سواءِ انهن ڪتابن جي روشنيءَ جي، جيڪي اسان پنهنجن ٻچن کي بکيو رکي ورتا هئا ۽ وٺندا رهون ٿا.

ڪتابن جي ڳالهه نڪتي آهي ته هتي آءٌ اهو ٻڌائيندو هلان ته جنگ آزادي ۽ ان کان پوءِ سنڌي توڙي اردوءَ ۾ ڇپجندڙ ڪتابن جو جيترو ذخيرو خان محمد نوحاڻي وٽ آهي، اوترو شايد ئي ڪنهن ٻيءِ جاءِ تي هجي. بقول محمد صالح عاجز جي ته خان محمد وٽ قاعدي ’بيسرنا القرآن‘ کان وٺي داس ڪيپٽال تائين هر ڪتاب موجود هوندو. ويندي ايتريقدر جو تحريڪ آزاديءَ دوران مختلف ليڊرن جي فوٽن سان جيڪي پيج ڇپيا هئا، ڪليندر تيار ٿيا هئا، ٽڪيٽ نهيا هئا، سي سڀ وٽس موجود آهن. هڪ وقت ۾ ڪانگريس فنڊ ڪٺي ڪرڻ لاءِ چانهن پيارڻ وارا ڪوپ تيار ڪرايا هئا. جن تي مهاتما گانڌيءَ جو فوٽو هو، جنهن ۾ هو چرخو ڪتي رهيو آهي، اڄ پوريءَ سنڌ ۾ اهي ڪوپ صرف حاجي خان محمد وٽ آهن. آءٌ دعويٰ سان چوان ٿو ته جنهن به نوجوان کي جيڪڏهن آزاديءَ جي جنگ جي باري ۾ ڪو صحيح ۽ سچو ڪتاب لکڻو هجي ته ان کي يا سيدنا عاجز سان ڪجهه گهڙيون گهارڻ گهرجن.

[پر شرط اهو آهي ته سيدنا ڪنهن هڪ جاءِ تي ٻه چار ڏينهن ترسي] يا حاجي خان محمد نوحاڻيءَ جي ڪتب خاني ۾ وڃڻ گهرجي.

[پر اُن لاءِ ٻه شرط اهو آهي ته حاجي صاحب جي گهر واري پنهنجي گهر جي ننڍڙي دڪان مان ٻه چار ڏوڪڙ ڪمايا هجن ۽ خان محمد نوحاڻي اهي ڪٺي ڪراچي، حيدرآباد يا ٻئي ڪنهن پاسي نون ڪتابن وٺڻ لاءِ روانو نه ٿي ويو هجي.] حاجي خان محمد نوحاڻي جو ڪتب خانو ڏسڻ لاءِ وڃڻ وقت توهان اهو هرگز نه سوچيو ته ڪو ڪارآمد ڪتاب توهان وٺانئس ڪٺي اچڻ ۾ ڪامياب ٿيندؤ. هو توهان کي پلي ردِ يا ٻڪري ڏئي سگهي ٿو، پر ڏيپلائيءَ جو ”مرشد جو اڳڻ“ [جنهن جي قيمت 2 آنا آهي] سو هرگز نه ڏيندو. هو پنهنجن ڪتابن جي حفاظت اهڙي طرح ڪندو آهي، جهڙي طرح سنڌي مرد پنهنجي جوءِ ۽ جُوءِ جي حفاظت ڪندو آهي.

هڪ جوء ٻي جُوء، چڱن ڪين جوان
اُهي پي انسان، جيڪي ننگن تان نثار ٿيا.

ها، حاجي خان محمد لاءِ سندس ڪتاب پنهنجي ماتر پومي وانگر مقدس آهن. ۽ اُهي جيڪڏهن ڪانئس ڪنهن زوري ڦرڻ جي ڪوشش ڪئي ته ان وقت هن جي هٿ ۾ ڪهاڙي هوندي، [چو ته تلوار هن وقت رواج ڪونهي ۽ بندوق وٺڻ جي منجهس سگهه ڪانهي] ۽ پاڻ ’توتان نوحاڻي] بنجي ويندو. جهڙو ڪر نئينگ جي چشمن تي مفلوج ڪاه ڪئي هجي. ڪيس جيئي سنڌ وارن سان سخت اختلاف آهي ۽

ان اختلاف جو وڏو نظرياتي سبب هي آهي جو هڪ ڀيرو جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جا ڪجھ دوست وٽس مهمان ٿي سندس ڪتب خانو ڏسڻ ويا هئا ۽ واپسيءَ ۾ ڪانئس لڪائي بادشاه خان جي سوانح عمريءَ تي مشتمل هڪ ڪتاب کڻي آيا، جيڪو اڄ ڏينهن تائين کيس واپس نه مليو آهي. ڪتابن سان سندس جنون عشق تائين پهتل آهي. هڪ ڏينهن آءٌ ’نئين سنڌ پريس‘ ڪراچيءَ ۾ ويٺو هوس ته پاڻ آيو. ڳالھ نڪتي ته ”اخبار جهان“ جي ڪن پرچن ۾ برصغير تي هڪ سلسليوار مضمون ڇپيو آهي، منجهس اهڙو مواد آهي جيڪو پهريون ڀيرو منظر عام تي آيو آهي. اها ڳالھ ٻڌڻ شرط اُٿيو ’اخبار جهان‘ جي آفيس ۾ ويو، ڪيسي ۾ جيڪي به پئسا هئا، تن جي اخبار ’جهان‘ وٺي وڏي پٺارڪ ٻڌي اچي منهنجي آفيس ۾ ويٺو. پڇاڙيءَ ۾ پاڙو کڻي ويو هوس. سو مون کان ڏھ رپيا وٺي حيدرآباد روانو ٿي ويو. هڪ ڀيرو اصلي قيام ٿي ويس. مون سان منهنجي دوست خالق ڳالھ ڪئي ته حاجي خان محمد آيو هو، صفا مظلوم ۽ مسڪين صورت ۽ روئڻهارڪو مهاندو، ’ناحق ناحق‘ جون صدائون بلند ڪندو وتيو ٿي. مون خالق کان پڇيو آخر ويڌن ڪهڙي ٿي هئيس؟ هندوستان ۾ يا پاڪستان ۾ ڪو سڙيل ۽ سُري ڪاڌل ڪانگريسي مري ويو هوندو؟ ڇو ته انهن ماڻهن کي روئڻ صرف اهڙن موقعن تي ايندو آهي، جڏهن ڪو جهونو ڪانگريسي مرندو آهي يا هندوستان جي ڪنهن تڪ مان چونڊن ۾ هارائيندو آهي. هڪ پراڻي ڪانگريسيءَ جو اُهي سڙيل ڪانگريسي گهٽو ڪري مثال ڏيندا آهن ۽ اهو آهي مرحوم شاھ محمد

بلوچ. اُن جي باري ۾ ٻڌائيندا آهن ته جنهن ڏينهن مهاتما گانڌي شهيد ٿيو، ان ئي ڏينهن شاهه محمد بلوچ جو والد گذاري ويو. تعزيت تي آيل ماڻهن پڇيو ته ”پڙهين جي ڪري ٿو روئين يا گانڌيءَ جي ڏک ۾.“ جواب ڏنائين ”بابي جهڙا ٻروچ روزانو هزارين پيدا ٿيندا ۽ مرندا رهندا آهن، انهن تي روئڻ خواهه مخواهه اکين جو پاڻي ضايع ڪرڻ آهي، باقي گانڌيءَ جهڙا ماڻهو انسانيت جي تاريخ ۾ هزارها سالن ۾ پيدا ٿيندا آهن ۽ صرف ڪنهن خوش قسمت ملڪ ۾ پيدا ٿيندا آهن. ان ڪري آءٌ گانڌي جي غم ۾ روئي رهيو آهيان.“ اهو مثال ڏيندڙن کي آءٌ چوندو آهيان ته گانڌيءَ جي شهادت تي شاهه محمد بلوچ نه ٿهيو، پر پوري انسانيت کي روئڻ گهربو هو، ڇو ته گانڌي رڳو ڪانگريس ۽ هندوستان جو سرمايو نه هو، پر هو سموري امن پسند انسان ذات جي ميراث هو. ان ڪري ان جي موت تي روئڻ واري مثال جي پيروي ڪندي اوهان جيڪڏهن ديسائي ۽ جيوڻ رام لاءِ به روئڻ شروع ڪندا ته اها اوهان جي حماقت آهي. منهنجي انهيءَ ڳالهه تي هميشه ناراض ٿيندا آهن. سو اُن ڏينهن خالق کان به اهڙو ئي سوال ڪيم. خالق چيو اهڙي ڪا به ڳالهه ڪا نه هئي. اصلي مسئلو هي هو ته همراهه حب نديءَ جي پرسان عيد نماز پڙهائي موٽيو هو، وٽس پنج سؤ رپيا ۽ هڪ ڪتاب هو، جيڪو مهاتما گانڌيءَ تي ڪنهن آمريڪي صحافيءَ جي لکيل ڪتاب جو سنڌي ترجمو آهي ۽ هن وقت اڻلڀ آهي. اهو ڪتاب انهيءَ صحافي مهاتما جي آشرم ۾ هڪ هفتو رهي ڊائريءَ جي صورت ۾ لکيو هو. خان محمد جو اهو سمورو

سامان ٺيلهي ۾ پيل هو ۽ اهو ٺيلهو ڪانئس گم ٿي ويو. ڪيس پئسن وڃڻ جو ڏک ڪو نه هو، ڏک صرف ڪتاب وڃڻ جو هو، جيڪو ڪيس ڪٿان به ملي نه سگهندو. انهيءَ غم ۾ همراهه جي اوچنگارَ جو نڪاءُ هو.
خدا جي قدرت آهي، سائين صالح شاهه نئنگ واري جي تر ۾ اهڙا ڪتابن جا ڪيڙا ماڻهو به پيا آهن، نه ته صالح شاهه جي تر ۾ ته سالن جي "سانديل پنگ" هئڻ گهرجي. مون مرحوم کي ڏٺو ڪو نه هو، باقي 'ڪوڙين ڪنين ٻڌو اٿم ته ٿاڌلڙي جا ٻه چار ٿرماس هميشه جيپ ۾ ساڻ هوندا هئس ۽ انهيءَ ٻهشتي ٻوٽيءَ جو رنگ سائين سگهوري جي شهپرن تي اهڙو ته چوکو چڙهيل هو، جو شايد آمريڪا ۽ يورپ جا ميڪ اپ جا ماهر به لاهي نه سگهن ها. ظفر حسن شاهه [ڪهاڻيڪار] کي ڪپي ته وارن کي پولي ڪلر هڻڻ بدران سائيءَ جي سُرکي لڳائي چڙهيندو ڪري ته پوري پاڪستان ۾ سندس وارن جو ڪلر انوکو ۽ عجيب ٿي ويندو، منهنجي يقين جي حد تائين دعويٰ آهي ته جيڪڏهن پوري وچ اوپر جي تيل جو پئسو خان محمد نوحاڻي کي ملي وڃي ها ته پوءِ پڻ سندس جسم تي سلامت قميص به نه هجي، پڻ گهر ۾ اٽي جي لپ به نه هجي، ٻارڙا بکن ۾ پاهه پيا ٿيندا هجن، سندس گهر ٻڌو پيو هجي، پر سُو انهيءَ سموري پئسي ۽ دولت مان صرف به شيون خريد ڪندو: هڪ سموري دنيا جا ڪتاب ۽ ٻيو انهن ڪتابن رکڻ لاءِ ڪاٺ جو پيٽيون ۽ اهي سڀ ڪتاب ۽ پيٽيون دادو ضلعي جي نيئنگ واري علائقي جي جابلو حصي ۾ رکائي

پنهنجي سر ڪهاڙي کڻي چوڪيداري ڪندو رهندو. مون کي شڪ آهي ته ڪٿي مرڻ وقت اها وصيحت نه ڪري وڃي ته منهنجي مٿان ڪتابن جو مقبرو تعمير ڪرايو وڃي. مون مٿي چيو آهي ته ”انهيءَ سموري ڪتابي علائقي جي پنهنجي سر پاڻ ڪهاڙي کڻي چوڪيداري ڪندو رهندو“ اهو ان ڪري جو هو ڪتابن جي معاملي ۾ ڪنهن تي به اعتبار ڪرڻ لاءِ قطعي تيار ڪو نه هوندو آهي. خاص ڪري محمد صالح عاجز ۽ جيئي سنڌ وارن تي اهڙو ڏکيو اعتبار ڪندو، جهڙو ابوجهل حضور صه جي نبوت تي اعتبار ڪري. اهو ان ڪري جو محمد صالح عاجز ۽ جيئي سنڌ وارا سندس قيمتي ڪتاب کڻي ويا، پر واپس نه ڪيائون. ڪتاب وري ڪهڙا ”ذڪر آزاد“ مصنف عبدالرزاق مليح آبادي ۽ ’بادشاه خان‘ ۽ ’سرخ پوش تحريڪ جي تاريخ‘، جيڪي سندس نظر ۾ صفا اٽلپ آهن. مون کي ڪڏهن ڪڏهن پنهنجو قيمتي ڪتب خانو ڏسڻ جي دعوت ڏيندو رهندو آهي، پر دعوت ڏئي وري شرط وجهندو آهي ته ڪو ڪتاب لڪائي کڻي نه ايندين، چو ته جيئي سنڌ وارن مون کي اڳ ئي ڏوڪو ڏنو آهي ۽ منهنجا قيمتي ڪتاب کڻي ويا آهن، تون به جيئي سنڌ جو آهين. ڪانگريس سان هميشه عشق رهيو اٿس. آزاديءَ جي جنگ ۾ شريڪ به رهيو آهي پر ڪڏهن به جيل وڃڻ جو موقعو نصيب ڪو نه ٿيو اٿس، ان ڪري جيل جو دپ به ڏاڍو اٿس. جواهر لال جي خاندان سان بي پناه عقيدت اٿس، جيتوڻيڪ جواهر لال سان ڪڏهن مليو ڪو نه. جواهر لال جي خاندان سان عقيدت

جو نئي نتيجو آهي، جو پنهنجي ڌيءَ جو نالو ”اندرا“ رکيو اٿس. ۽ پٽ جو ”جواهر لال“ اهي نالا اُن وقت رکيا هئائين، جڏهن اندرا هندوستان جي وزيراعظم ڪا نه بني هئي. مون کي معلوم ناهي ته سنجي گانڌيءَ جي وفات تي سندس تاثرات ڪهڙا هئا، پر اڄ جڏهن آءٌ هي سٽون لکي رهيو آهيان، اُن وقت سوچيان ٿو ته ڇا نالي رکڻ سان ڪا ڇوڪري ”اندرا“ ۽ ڇوڪرو ”جواهر لال“ بنجي ويندو. جڏهن سنجي گانڌي وفات ڪئي، اُن وقت جنگ جي ڪالم نگار انعام درانيءَ لکيو هو: ”دنيا ۾ انهن عورتن جمڻ ئي ڇڏي ڏنو، جيڪي اندرا ٿين، پر جيڪڏهن ڪا اندرا پيدا به ٿي پوي ته ان جي نصيب ۾ اهو لکيل ئي نه هوندو ته اها سنجي جهڙي پٽ کي جنم ڏئي، سنجي هندوستان جو وڪر ماجيت هو، جنهن کي موت جو ميرحم هٿ برصغير جي ماڻهن کان ڏاڍو جلدي ڇني ڌار ڪري ويو.“ منهنجي خواهش ۽ دعا آهي ته حاجي خان محمد جو پٽ ۽ ڌيءَ هن سرزمين لاءِ واقعي جواهر لال ۽ اندرا ثابت ٿين، جن جي هن سرزمين جي تاريخ کي صدين کان ضرورت پئي رهي آهي ۽ اڄ ڏينهن تائين ان جي اها تاريخي ضرورت پوري نه ٿي آهي. هرو پرو تون ۽ مان انهن ڪردارن لاءِ اهڙن ماڻهن جو انتظار ڇو ڪريون جن جا نالا ساڳيا هجن، اڄ ته ڪوشش ڪريون انهن ڪردارن کي پاڻ نپائڻ جي شورش ڪاشميريءَ لکيو آهي: ”آءٌ جيل مان آزاد ٿيڻ کان پوءِ پهريون پيرو پنهنجي محبوب سان لاهور جي شملي پهاڙيءَ تي مليس. اسان ٻئي هڪ ٻئي جي سامهون ويٺا هئاسين، آءٌ هن جي اکين ۾ ڏسي رهيو

هوس، پر ڳالهائي نه ٿي سگهيس. ان وقت آءٌ پنجاب جو ٻيو نمبر سڀ
کان وڏو خطيب ۽ مقرر هوس، پر خورشيد جي سامهون سموري
خطابت وسري وئي.“ اهڙو ساڳيو حال حاجي خان محمد نوحاڻيءَ
سان به ٿيو. آءٌ مٿي ٻڌائي آيو آهيان ته هو ابو الڪلام آزاد جو عاشق
آهي. هڪ وقت هن جي دل ۾ عشق اهڙو آڙاهه مچايو، جو معشوق
کي ڏسڻ جو شوق ايتري شدت ۽ سختيءَ سان پيدا ٿيو، جو همراهه
معشوق کي ڏسڻ لاءِ اٿو ٻڌي دهليءَ روانو ٿيو. مون وٽ پورو ڀاڙو
به نه هجي ۽ نه وري ڪنهن کان گهرڻ ئي مناسب سمجيهم. بس
الاتوهار ڪري پيادل روانو ٿيس. رستو راجا لائيف وارو ورتم. واٽ
تي ڪٿي مسجدن ۾ ترسيم ٿي ته ڪٿي مندرن ۽ ڌرمشالائن ۾! ڪٿي
وجهه مليو ٿي ته راجا لائيف واري گاڏيءَ ۾ بناهه ٽڪيٽ جي چڙهيس
ٿي ته ڪٿي لهي وري پنڌ ٿي پيس، ملڪ هڪ هو، پر مٿ ۽
پاسپورٽ جو چڪر ڪو نه هو. اُن ڪري بناهه ڪنهن ڪٺڪي جي
هلندو رهيس. ڪٿي سنڌ جو ڪانگريسي ورڪر ٿي سڃايم ته ڪٿي
(هراري) ڪٿي اهڙو شاگرد، جنهن کي دارالعلوم ديوبند ۾ پڙهڻ لاءِ
وجهڻو آهي. هزار ميلا، هزار جهانا، ڪيئي روپ ڪيئي بهروپ، بس
دل ۾ هڪ تڙپ هئي ته ان انسان کي ڏسان جنهن جي فڪر ۽ قلم
برطانيه جهڙي با جبروت بادشاهت جي قلعن ۾ زلزله وجهي ڇڏيا هئا
۽ پنهنجي اڳيان پوري انسان ذات جي تاريخ ائين هئي، جيئن هٿ جي
تريءَ جون ليڪون. جنهن نوجوانن خواهه پوڙهن کي پنهنجي پروقار
شخصيت جو عاشق بنائي ڇڏيو هو. ان کي ڏسڻ لاءِ آءٌ ڪشالا ڪاٽي،

پرڻي راڄ روڊ دهليءَ جي ان بنگليءَ جي دروازي تي پهتس جتي
مولانا صاحب ترسيل هو. دروازي تي بيٺل چوڪيدار کي چيم مولانا
صاحب سان ملڻ لاءِ سنڌ مان آيو آهيان. ڪانگريس جو ڪارڪن
آهيان، ڪن خاص مسئلن تي مولانا سان ڳالهائڻو اٿم. چوڪيدار ٻڌايو
ته مولانا صاحب هينئر ننڊ ۾ آهي. شام جو ڇئين وڳين ڇانهن تي
اٿندو، ان وقت ملجان. هينئر تون اندر ويهه هلي. آءٌ ڊرائنگ روم ۾
ويهڻ بدران بنگلي جي اڳور ۾ بيٺل وڻن وٽن جي ٿڌي ڇانوَ ۾ سائي
زبردست ڇپر تي سمهي رهيس. ان وقت ڪانگريسي ڪارڪن لاءِ
اهڙي سادگي عزت جي نشاني هوندي هئي، نه اڄوڪي دور وانگر
ان کي بيوقوفي سمجهيو ويندو هو. آءٌ ليٽيس ته ننڊ اچي وئي ۽ آءٌ هر
شيءِ کان بيخبر سمهي رهيس. ساڍين پنجين وڳين اک کلي، ٿپ ڏئي
اٿي وجي ساڳئي همراهه کي چيم ته هاڻي مولانا سان مِلاءِ. جواب مليو
مولانا واشراءِ سان ملڻ لاءِ هليو ويو آهي، اڌ ڪلاڪ ۾ موٽندو، پوءِ
ملاقات ڪجانءِ. سائين هاڻي آءٌ به دروازي تي چوڪيدار سان گڏ
بيهي رهيس. اڌ ڪلاڪ مس گذريو ته مولانا جي موٽر اچي وئي،
دروازو کليو ته آءٌ دروازي جي وچ ۾ بيهي رهيس. مولانا چوڪيدار
کان پڇيو ته ڪير آهي. ان کيس ساري حقيقت ٻڌائي. مولانا موٽر
مان لٿو، مون سان هٿ ملايائين. سندس مرضي هجي ته آءٌ ساڻس گڏ
اندر هلان، پر آءٌ پٽ وانگر بيهي رهيس. مولانا به بيهي رهيو. چهري
تي مرڪ خوبصورت چهري کي وڌيڪ دلڪش بنائي ڇڏيو هو ۽
آءٌ ان جي جادوگري ۾ ٻڌي ويس. ڳالهائڻ وسري ويو، نيٺ مولانا

صاحب پڇيو: ” بهائی کوئی کام، سائين دعا کرو الله علم يا عمل نصيب کرے۔“ ايترو چئي آءٌ هتي ويس مولانا اندر هليو ويو ۽ آءٌ وري ساڳئي نموني واپس موٽيس“ اها آهي معشوق جي زيارت جي روايت خان محمد نوحاڻي جي زباني.

کتاب لِنک




https://www.punjnud.com/ViewPage.aspx?BookID=16807&BookPageID=383974&BookPageTitle=1%20Darwaish%20Niaz%20Hamayoun

This page was prepared by Muhammad Umar Chand for the benefit of students and research scholars on 27th of June 2021